# هداية المريدين

تصنيف

مخدوم محمد ابراهيم ٺٽوي

تحقيق ۽ مقدمو

ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو



# هداية المريدين

تصنيف

مخدوم محمد ابراهيم ٺٽوي

تحقيق ۽ مقدمو

ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو

ڊاڪٽر اين.اي بلوچ
انسٽيٽيوٽ آف هيريٽيج ريسرچ ڄامشورو
2021ع

[ڪتاب جا سڀ حق ۽ واسطا انسٽيٽيوٽ وٽ محفوظ]

انسٽيٽيوٽ جو ڪتاب نمبر 22

ڪتاب جو نالو: **هداية المريدين**

تصنيف: مخدوم محمد ابراهيم ٺٽوي

تحقيق ۽ مقدمو: ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو

ڇاپو پهريون: 2021ع

تعداد: 500 ڪاپيون

ISBN: 978-969-2296-01-4

ڪمپوزنگ: دانش پير ڪمپوزرس، حيدرآباد سنڌ

ڇپائيندڙ: ڊاڪٽر اين.اي بلوچ انسٽيٽيوٽ آف هيريٽيج ريسرچ ڄامشورو

ثقافت، سياحت ۽ نوادرات کاتو حڪومت سنڌ

ڇاپيندڙ: ايلسا پبليڪيشنس حيدرآباد، 0300_3200824

مُلهه: =/400 روپيا

**ڪتاب ملڻ جو هنڌ**

(1) ڊاڪٽر اين.اي بلوچ انسٽيٽيوٽ آف هيريٽيج ريسرچ ڄامشورو
ويجهو يوٽ هاسٽل، ڄامشورو

(2) سنڌي ادبي بورڊ جو ڪتاب گهر، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد

(3) قليچ ڪتاب گهر، سنڌي لئنگويج اٿارٽي، حيدرآباد

رابطي لاءِ: 022-9213012

# فهرست

# اداري پاران

جيئن تہ هن اداري جي مقصدن ۾ مشرقي ٻولين ۾، سنڌ جي عالمن جي ڪيل ڪم تي تدوين ۽ تحقيق ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪري، نئين نسل تائين رسائڻ بہ آهي. ان حوالي سان ، هن انسٽيٽيوٽ پاران هيءُ ڪتاب، رواجي سنڌي ٻوليءَ ۾ منتقل ڪرائي، عام تائين رسائڻ جو سعيو ڪيو ويو آهي. نوجوان محققن لاءِ ڪتاب جي اصل متن جو عڪس پڻ شامل ڪري، بنيادي ماخذ ڪي هميشه لاءِ محفوظ ڪيو ويو آهي.

انسٽيٽيوٽ پاران، پيش ٿيندڙ تصوف جي فڪري لاڙي تي مبني 'هدايت المريدين' ٻاويهون ڪتاب آهي، جنهن ڪي جديد نثري صورت ۾ آڻڻ جي سعادت سنڌ جي مايہ ناز محقق ڊاڪٽر عبدالغفار سومري ڪي حاصل رهي. هيءُ ڪتاب تيرهين صديءَ جي برک عالم مخدوم محمد ابراهيم ٺٽويءَ جي تصنيف آهي، جيڪا مشرقي ٻولين ۾ ڪيل ڪم جي حوالي سان سنڌ جي عالمن جي هڪ سلسلي جي ڪڙي آهي.

جيئن تہ ان دؤر جا عالم، عربي ۽ فارسيءَ سان گڏوگڏ سنڌي ٻوليءَ جا پڻ برک عالم هيا، ان حوالي سان هنن سنڌي ٻوليءَ جي ترقي ۽ ترويج تي وڏو ڌيان ڏنو. عالمن جي اهڙي، عربي رسم الخط تي سنڌي ٻوليءَ ۾، ڪيل ڪم ڪي 'عالمن جون سنڌيون' سڏيو ويو آهي، جيڪي گهڻي قدر 'الف اشباع' تي مبني رهيون آهن؛ ليڪن 'هدايت المريدين' ۾ 'الف اشباع' ڪان هٽي ڪري 'قافين' تي مبني سنڌي رچائي وئي آهي. ان قسم جي بيهڪ ڪي 'ڪبت' بہ ڪوٺيو ويو آهي، جنهن ذريعي عالم پنهنجو فڪر يا تعليمات رچائيندا هيا.

ان دؤر ۾ موجوده دؤر جي رسم الخط واري بيهڪ ۾ گهڻو فرق ٿي ويو آهي، جنهن تي پڻ محققن کي الڳ سان ڪم ڪرڻ جي گهرج آهي. هن قسم جي بنيادي ماخذن کي پڙهڻ يا ان تي تحقيق ڪرڻ سؤلو ڪم ناهي، جس آهي ڊاڪٽر سومري صاحب کي جنهن اهڙي ڪٺن ڪم کي آسان بڻائي، محققن لاءِ نين کوجنائن جا گس هموار ڪيا آهن.

سنڌي صورتخطيءَ جي لحاظ کان فونٽن ۾ 'ھ' جي پنجن روپن (ھ، ﮬ، ہ، ﮪ، ـہ) ۽ الف مقصوره (ى ٿيڪن سواءِ) جو انتهائي خيال رکيو ويو آهي، ان لحاظ کان بہ هيءُ ڪتاب هڪ ماڊل طور ڳڻي سگهجي ٿو.

هن ڪم کي سنيالڻ ۽ شايع ڪرڻ واري پوري مرحلي ۾ انسٽيٽيوٽ جي ڪارڪن محمد ارشد بلوچ جو ڪردار ساراهڻ جوڳو آهي. اسان کي خوشي ٿئي ٿي جو سنڌ جو هيءُ ورثو، عوامي ۽ علمي حلقي اڳيان آڻڻ ۾ ڪاميابي حاصل ٿي آهي. اميد تہ سنڌي ٻوليءَ جي اهم ڪتابن ۾ هن ڪتاب جو اضافو هڪ نيڪ فال ثابت ٿيندو.

اڄ تاريخ: مئي 24، 2021 سنڌي ٻوليءَ جو خدمتگار

ڊاڪٽر الطاف جوکيو
ڊائريڪٽر،
ڊاڪٽر اين.اي بلوچ انسٽيٽيوٽ آف هيريٽيج ريسرچ
ڄامشورو

# مهاڳ

سنڌ ۾ تصوف جا فڪري ماخذ (Sources of Sufi Thought in Sindh) جي سلسلي جو هيءُ نائون ڪتاب آهي. هن کان اڳ هيٺيان ڇهه ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ٿي چڪا آهن.

١) بيان العارفين: ملفوظات شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو (سال - ٢٠٠٧)

٢) رساله فتحيه تاليف مخدوم فتح محمد هالائي (سال -٢٠١١)

٣) ينابيع الحياة الابديه (ٽي جلد) ابوالحسن ڏاهري (سال -٢٠١٢)

٤) احوال و آثار عبدالقادر بيدل صوفي القادري (سال -٢٠١٢)

٥) رسالو شاهه عبداللطيف مثنوي روميءَ جي روشنيءَ ۾ (سال -٢٠١٦)

٦) معارف سلطان الاولياء محمد زمان لواريءَ وارو (سال -٢٠١٨)

ان کان سواءِ هيٺيان ٻه ڪتاب سنڌالاجيءَ طرفان شايع ٿيل آهن.

١) مڪمل شرح ابيات سنڌي، شيخ عبدالرحيم گرهوڙي (سال -٢٠٠٨)

٢) منهاج المعرفت، شاهه لطف الله قادري (سال -٢٠٠٩)

موجوده ڪتاب ٽيرهين صديءَ جي وڏي عالم ۽ نقشبندي سلسلي جي بزرگ مخدوم محمد ابراهيم جي تصنيف آهي، جيڪو مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جهڙي اسلامي دنيا جي وڏي عالم جو پوٽو آهي، جنهن زندگيءَ جا ابتدائي ٻارهن سال سندس تربيت هيٺ گذاريا. سنڌ ۾ هوندي ته نقشبندي سلسلي جي بزرگن جون ڪيتريون تصنيفون آهن، جيڪي اڪثر فارسيءَ ۾ آهن. اسان جي هن وقت تائين تحقيق موجب سنڌي ٻوليءَ ۾ هيءُ پهرين مڪمل تاليف آهي، جنهن ۾ نقشبندي سلسلي جي بنيادي اصولن سان گڏ مخدوم محمد ابراهيم پنهنجي سلسلهٔ طريقت جو شجرو تفصيل سان بيان ڪيو آهي. ان لحاظ کان هيءُ ڪتاب سنڌ ۾ تصوف جي تاريخ ۽ فڪر ۾ اهم جڳهه والاري ٿو.

هيءَ ڪتاب ١٢٠٦ھ ۾ لکيو ويو، جيئن مصنف پاڻ ان جي تاريخ چاڻائي آهي ۽ اهو ڪتاب ١٢٩٠ھ ۾ بمبئي مان ليٿو تي پڻ ڇاپيو ويو.

يعني هيءُ قلمي ڪتاب ٻه سؤ سال اڳ واري سنڌي صورتخطيءَ جو عمدو مثال ۽ نمونو آهي. اسان ان اهميت جي پيش نظر اصل سنڌي نظم ۽ صورتخطيءَ کي محفوظ رکڻ خاطر ان کي جديد سنڌي نثر جو ويس ڍڪايو آهي، جنهن سان هن ڪتاب جي اهميت وڌيڪ واضح ٿئي ٿي.

آءٌ شڪر گذار آهيان قومي عجائب گهر ڪراچيءَ جي انچارج محمد شاهه بخاريءَ جو جنهن ڪتاب جي قلمي نسخي جو نقل فراهم ڪرڻ ۾ تعاون ڪيو ۽ ان جو عڪس هتي ڏئي رهيا آهيون. ٻيو نسخو ڊاڪٽر محمد ادريس السنڌي طرفان مليو، آءٌ سندس ٿورائتو آهيان، جو هن ڪن حوالي وارن ڪتابن جي منجهيل عربي ۽ فارسي عبارتن پڙهڻ کان سواءِ پروفن پڙهڻ ۾ وڏي مدد ڪئي. اهڙي طرح انسٽيٽيوٽ جي ڊائريڪٽر ڊاڪٽر الطاف جوکيي ۽ محمد ارشد بلوچ هن ڪتاب جي ڇپائيءَ جي سموري ڪم جي نگراني ڪئي، جنهن لاءِ هو پڻ شڪريي ادائي جا مستحق آهن.

ڪراچي — عبدالغفار سومرو

1_ جنوري 2020ع

5_ جمادي الاول 1442ھ

# مقدمو

## سوانح ۽ سياسي ماحول:

مخدوم محمد ابراهيم سنڌ جي وڏي ۾ وڏي عالم مخدوم محمد هاشم جو پوٽو آهي، جيڪو مخدوم عبداللطيف جي گهر ١١٦٢ھ ۾ پيدا ٿيو. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ١١٧٤ھ ۾ وفات ڪئي. ان ڪري چئي سگهجي ٿو تہ محمد ابراهيم ٻارهن سالن جي عمر تائين وقت جي وڏي عالم پنهنجي ڏاڏي جي نظرداريءَ هيٺ پرورش پاتي ۽ سندس تعليم و تربيت ان بي مثال علمي ماحول ۾ ٿي.

مخدوم عبداللطيف پڻ پنهنجي وقت جو وڏو عالم هو. جنهن پنهنجي والد مخدوم محمد هاشم ڪانپوءِ ٺٽي ۾ علم ۽ قضا جي مسند سنڀالي. هن جڏهن ١١٨٩ھ ۾ وفات ڪئي تہ سندس لائق فرزند مخدوم محمد ابراهيم ڪي اهي ساڳيون پنهنجي پيءُ واريون ذميواريون سنڀالڻيون پيون، جنهن جي عمر ان وقت ٢٧ سال هئي.

مير علي شير قانع جيڪو ڪلهوڙا دؤر جو همعصر معتبر مؤرخ آهي، تحفة الڪرام ۾ لکي ٿو:

> ”هاڻي مخدوم عبداللطيف پيءُ (محمد هاشم ٺٽويءَ) جو جانشين آهي. هُو پيءُ جي دستور موجب هر جمعي ڏينهن صبح جو جامع خسرو ۾ چڱي وعظ جي محفل منعقد ڪندو هو. هر روز ٽپهريءَ وقت پنهنجي مسجد ۾ حديث پاڙهڻ جو شغل جاري رکندو هو ۽ پنهنجي مشهور مدرسي کي مچايو ايندو هو. هن سال يعني سنہ 87 (1187ھ) ۾ جڏهن پاڻ ميان سرفراز خان جي لشڪر ۾ قضا جي عهدي تي مقرر ٿيو آهي، تڏهن سندس فرزند

ارجمند ميان ابراهيم عرف موليڏنو پيءُ ۽ ڏاڏي وارا
ڪم سنڀالي رهيو آهي.“ (ص 566)

در حقيقت مخدوم محمد هاشم، ڪلهوڙا دؤر جو وڏي ۾ وڏو عالم، فقيه ۽ محدث هو ۽ هن جي ديني ۽ علمي حيثيت ايڏي شهرت حاصل ڪري چڪي هئي، جو هن جي هر راءِ ڪي وقت جا حڪمران تسليم ڪندا هئا. سنڌ جي حڪمران ميان غلام شاهه ڪلهوڙي طرفان ڪيس باقاعدي قضا جو منصب مليل هو. اهڙيءَ طرح مخدوم محمد ابراهيم ميان سرفراز ڪان وٺي ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي عهد تائين اهي ذميواريون سنڀاليندو رهيو. ياد رهي ته ميان عبدالنبي ڪلهوڙن مان آخري حڪمران هو، جنهن ڪي هالاڻيءَ جي لڙائي ۾ سال ١١٩٦ / ١٧٨٢ ۾ ميرن هٿان شڪست ملي، جيڪو پوءِ سنڌ ڇڏي هليو ويو.

’مناقب مخدومين‘[1] جنهن ۾ سرهندي بزرگ شاهه صفي الله ۽ مخدوم محمد ابراهيم جي سوانح ۽ مناقب جو تفصيلي احوال ملي ٿو ان ۾ آندل هڪ روايت موجب، سال ١١٧٦ ۾ سرهندي بزرگ شاهه صفي الله جو ڪابل مان سنڌ جي گاديءَ واري شهر ٺٽي ۾ اچڻ ٿيو. سندس ارادو هتان ڪان اڳتي حج لاءِ وڃڻ جو هو. ٺٽي ۾ قيام دؤران محمد ابراهيم جنهن جي عمر ان وقت فقط ١٤ سال هئي، شاهه صفي الله سان ملاقات ٿي، جنهن جي عمر پڻ ان وقت ويهن سالن ڪان مٿي نه هئي. ٺٽي ۾ ان زماني ۾ نقشبندي بزرگن جي مقبوليت ۽ اثر هو، جنهن جو آغاز مخدوم آدم نقشبنديءَ (١٠٦٦/١٦٥٦) ڪان ٿيو هو ۽ ابوالقاسم نقشبندي (وفات: ١١٣٨ / ١٧٢٥) جي

---

[1] مخدوم محمد ابراهيم جي زندگيءَ جو احوال پهريون دفعو تفصيلي طور ڪتاب ’مناقب مخدومين‘ ۾ ملي ٿو، جنهن جو مؤلف ميان محمد امين چوڙائي (چمڙي وارو) آهي. ان ڪتاب ۾ هن شاهه صفي الله معصومي (١١٥٦-١٢١٢/١٧٤٣- ١٧٩٨) جيڪو مجدد الف ثانيءَ جي اولاد مان آهي ۽ مخدوم محمد ابراهيم ٺٽوي (١١٦٢-١٢٢٥/١٧٤٨-١٨١٠) جو جدا جدا پر ساڳئي ڪتاب ۾ ذڪر ڪيو آهي. ان جو سبب اهو آهي ته مخدوم محمد ابراهيم شاهه صفي الله جو خاص خليفو آهي ۽ مؤلف جي ٻنهي سان عقيدت آهي ۽ ٻنهي سان گڏ سفر ۾ رهيو آهي. هو پاڻ مخدوم محمد ابراهيم ڪان دست بيعت آهي، همعصر هئڻ ڪري سندس ڏنل مواد خاص اهميت رکي ٿو ۽ گهڻي ڀاڱي مستند آهي.

دؤر ۾ اهو گويا عروج تي پهچي چڪو هو. اهو ابوالقاسم نقشبندي هو، جيڪو محمد ابراهيم جو پڙ نانو هو.

اهو ذڪر پڻ 'مناقب مخدومين' ۾ ملي ٿو ته جڏهن ١١٩٣ھ ۾ تيمور شاهه ميان عبدالنبيءَ جي شڪايتن تي ۽ پنهنجي خراج وصول ڪرڻ لاءِ شڪارپور ۾ آيو ته، ساڻس شاهه صفي الله گڏ هو. جڏهن مخدوم محمد ابراهيم کي اها خبر پئي ته هو پاڻ شڪارپور آيو ۽ تڏهن شاهه صفي الله سان دست بيعت ٿيو. جنهن کيس خلافت سان گڏ نقشبندي ۽ قادري سلسلي ۾ اجازت ڏني هئي. اهو اجازت نامو به مناقب ۾ ڏنل آهي، جيڪو هن ريت آهي:

> اجازت نامه فضيلت ڪمالات دستگاه حقائق و معارف آگاه مظهر انوار رباني مولد اسرار رباني اخوي مکان ميان محمد ابراهيم سلمه الله تعالیٰ سبحانه بعد اتمام سلوک طريقت که سير الي الله وسير في الله عبارت از اوست و حصول ڪمالات ولايت صغري و کبریٰ که ولايت اوليا و انبيا و زوال عين و اثر و شرح صدر اجازت تعليم طريقه حضرات نقشبنديه و حضرات قادريه قدس الله تعالیٰ اسرار هم عنايت و مرحمت نموده شد – انتهي. (مناقب مخدو مين – ص 112)

شاهه صفي الله مجدد الف ثانيءَ جي اولاد مان آهي، جنهن جي وڏن احمد شاهه ابداليءَ جي دعوت تي اچي افغانستان جي شهر ڪابل ۾ سڪونت اختيار ڪئي. شاهه صفي الله جو سلسله طريقت ستاويهن واسطن سان رسول اڪرم ﷺ تائين پهچي ٿو، جنهن جو تفصيل هن پنهنجي ڪتاب 'معدن الاسرار' ۾ ڏنو آهي. اڳتي هلي شاهه صفي الله ۽ سندس اولاد جو سنڌ سان گهڻو واسطو قائم ٿيو؛ بلڪ جڏهن شاهه فقير الله علوي ١١٩٨ھ ۾ شڪارپور ۾ وفات ڪئي ته هو پاڻ ان جي تعزيت لاءِ آيو هو.

شاهه صفي الله جا گهڻ ۾ گهڻ ڏهه مڪتوب مخدوم محمد ابراهيم ڏانهن لکيل ملن ٿا، جن مان ٻنهي ۾ گهرائپ جو احساس ٿئي

ٿو.[1] شاهه صفي الله ٻئي ۾ آخري حج لاءِ سال ۱۲۱۲ھ ۾ قلات جي رستي کان ٿيندو ڪراچيءَ پهتو، جتان هو پنهنجن ساٿين سان گڏ ٻيڙي ۾ مسقط جي بندرگاهه لاءِ روانو ٿيو. ان سفر ۾ ساڻس شاهه فضل الله جيڪو سندس ڀاڻيجيءَ جو پٽ هو ۽ سندس گهرواري پڻ گڏ هئا. هتان ڪراچيءَ کان اڳتي سفر جو سمورو احوال شاهه فضل الله 'عمدة المقامات' ۾ ڏنو آهي، جيڪو هن واپسيءَ کان ڪافي سال پوءِ ۱۲۳۳ھ ۾ ٽنڊي محمد خان ۾ لکي مڪمل ڪيو. اهڙيءَ طرح شاهه صفي الله جي ساڳئي سفر جو گويا ٻيو احوال 'مناقب مخدومين' جي مصنف محمد امين ڇوڙائي پنهنجي تاليف ۾ ڏنو آهي، جنهن جو آغاز هن ۱۲۲۷ھ ۾ ڪيو ۽ ۱۲۴۳ھ تائين ان کي مڪمل ڪندو رهيو. گويا اهي ٻئي همعصر تذڪرا آهن.

انهيءَ احوال مان خبر پوي ٿي ته انهيءَ سفر جي شروعات ۾ ئي سخت تڪليفون پيش آيون، جو ٻيڙيان ٽي ڏينهن هو ساموڊي طوفان ۾ ڦاٿل رهيا. انهيءَ کان پوءِ جڏهن هو مسقط جي بندر تي پهتا، ته مخدوم محمد ابراهيم جيڪو اڳي ئي اربق جي شهر ۾ ترسيل هو، تڏهن پنهنجي مرشد شاهه صفي الله ۽ سندس ساٿين جو استقبال ڪيائين. شاهه صفي الله ۽ سندس ساٿين جو اهو قافلو مسقط کان نڪري مخا بندر تي پهتو ۽ اتي ساموڊي سفر ڪي ڇڏي يمن جي شهر حديده پهتو، جتي شاهه صفي الله سخت بيمار ٿي پيو ۽ مرض جي اها شدت سترنهن ڏينهن برقرار رهي. جڏهن ڪجهه ڇڪيلائيءَ جا آثار ظاهر ٿيا ته وري ساموڊي سفر اختيار ڪيائون: ليڪن ٻيڙيءَ ۾ ئي شاهه صفي الله تي بيماريءَ جو شديد حملو ٿيو ۽ هو رحلت ڪري ويو.

اهڙيءَ حالت ۾ هو لاش کي موٽائي حديده کڻي آيا، جتي روشن هندي مسجد جي ڀرسان کيس دفن ڪيو ويو. شاهه فضل الله جي لکڻ

---

(1) اهي مڪتوب اصل ۾ قيصر خان نظاماڻي ٽنڊوقيصر جي ڪتبخاني ۾ موجود هئا جن جو مرتب مخدوم محمد ابراهيم پاڻ آهي، هيئنر اهي مڪتوبات 'مناقب مخدومين' ۾ ضميمي طور محمد اقبال مجددي طرفان شامل ڪيل آهن، جن جا عڪس ڪيس ڪنهن وقت سنڌ ۾ انهيءَ خاندان طرفان مليا هئا.

موجب جنازي نماز جي امامت مخدوم محمد ابراهيم ڪئي ۽ اهو ٦ ذوالقعد ١٢١٢ه جو ڏينهن هو. 'مناقب مخدومين' جو مؤلف محمد امين چوڙائي، جيڪو انهيءَ سفر ۾ موجود هو، لکي ٿو ته: ان واقعي کانپوءِ مخدوم محمد ابراهيم ۽ ٻيا ساٿي حج ۽ حرمين جي زيارت لاءِ روانا ٿيا ۽ اها سعادت حاصل ڪيائون. شاه صفي الله جي رحلت تي احمد خان نظاماڻي فارسيءَ ۾ قطعه تاريخ لکيو ۽ مخدوم محمد ابراهيم عربيءَ ۾ هڪ ڊگهو قصيدو لکيو، جنهن ۾ ١٤٨ بند آهن. اهو قصيدو عربي عبارت ۽ عقيدت جو هڪ شاهڪار نمونو آهي. هتي ان جا ڪجهه ابتدائي ۽ آخري اشعار پيش ڪجن ٿا. ان جي اڪثر مصرعن ۾ 'فاسترجعوا اهل البلا' جي وراڻي اچي ٿي.

شمس المحبة و التقىٰ - غابت بليل دجي الفنا

ترجمو: محبت ۽ تقوىٰ جو سج ڪاري رات ۾ غائب ٿي ويو.

عن فرقه احترق الشوي - فاسترجعوا اهل البلا

ترجمو: هن جي جدائيءَ ۾ ڪباب ٿي سڙي ويا - هاڻي ڏک ۾ ورتل 'انا لله' پڙهو

قد كان ذا يهدي العمي - في دين خير الانبيا

ترجمو: هو انڌن کي هدايت ڪرڻ وارو هو، پيلاري نبي جي دين واسطي.

وليبكه باغي الهدىٰ - فاسترجعوا اهل البلا

ترجمو: هدايت جو طالب مٿس روئندو، هاڻي ڏک ۾ پريل انا لله پڙهو

آخري بند ۾ وفات جي سال بابت چوي ٿو:

يرضي الله عنه جا - الف و مائتان احتوىٰ

و اثنا عشر معه استوىٰ - فاسترجعوا اهل البلاء

ترجمو: الله تعالىٰ هن کان راضي هو. جڏهن هڪ هزار ۽ ٻه سؤ پورا ٿيا. ان سان گڏ ٻارهن برابر ٿيا - اي اهل غم پوءِ انا لله پڙهو.

## شاهہ صفي الله جو سنڌ ۾ اثر رسوخ:

حاجي شير محمد نظاماڻي شاهہ صفي الله جي ١٢١٢ھ ۾ سنڌ مان حج تي وڃڻ بابت وري هڪ نئين ڳالهہ ڪئي آهي. هو لکي ٿو تہ هالاڻيءَ جي لڙائيءَ ۾ ميرن کان شڪست کائڻ بعد ميان عبدالنبيءَ جي ڪوشش هئي تہ ڪيئن بہ ڪري افغان بادشاهہ تيمور شاهہ طرفان ميرن جي سنڌ تي حڪمرانيءَ کي تسليم نہ ڪيو وڃي، ڇو تہ ڪلهوڙا ميان نور محمد کان وٺي افغان حڪمرانن کي خراج ڏيندا هئا. انهيءَ وقت ڪلهوڙن طرفان شيخ محمد محفوظ ڪابل ۾ سفير هو، جيڪو ان ڪم ۾ رڪاوٽ بڻجي رهيو هو. هيڏانهن ميرن وري قيصر خان نظاماڻيءَ کي ڪابل موڪلي ڏنو، جنهن اتي وڃي حڪمت عملي طور تيمور شاهہ جي مرشد خواجہ صفي الله سرهنديءَ کي راضي ڪري ورتو. جو هو سنڌ ۾ ايندو رهندو هو ۽ مخدوم ابراهيم جي مرشد طور مشهور هو. اهو سمورو جرڳو تيمور شاهہ جي آڏو ٿيو جنهن ۾ عبدالنبي پاڻ موجود هو. آخر قيصر خان نظاماڻيءَ کي ڪاميابي نصيب ٿي ۽ 'طغراي دولت' يعني حڪومت جو پروانو يا پروانہ ايالت (سَنَدَ) بنام مير فتح علي خان جي نالي ١١٩٩ ۾ جاري ڪيو ويو. اهو پروانو پورو ٻن صفحن تي ڦهليل آهي، جنهن ۾ مير فتح علي کي هدايتون بہ ڏنل آهن ۽ اهو بہ تاڪيد ڪيل آهي تہ آئينده مقرر وقت تي خراج جي رقم پهچائيندو رهي. (**ضميمو الف**)

حاجي شير محمد وڌيڪ لکي ٿو تہ قيصر خان جي انهيءَ ڪاميابي جي نتيجي ۾ سندس پٽ غلام علي نظاماڻيءَ کي ٺٽي جي علائقي جو نواب مقرر ڪيو ويو. جنهن جي ڪوشش سان ڪڪرالي جي ڦورن جو قلع قمع ڪيو ويو. عظيم الدين ٺٽوي 'فتح نامه سنڌ' ۾ قيصر خان جي سربراهيءَ ۾ ڪابل ڏانهن روانگي ۽ سندس ڪاميابيءَ جو نقشو چٽيو آهي ۽ آخر ۾ غلام علي جو نالو وٺي اهو ذڪر ڪيو آهي.

ازان بعد آن نخل باغِ نظام
که در صوبه تهته شده نیکنام
غلامِ علی ابن قیصر فقیر
دگر حاجی احمد غلامِ امیر
به تخریب آن بنبهانی سگان
به ککراله بردند فوج گران
نمودند در مدبران قتل عام
خدا کرد باقاتلان انتقام

ترجمو: ان کان پوءِ (نظام) نظاماڻي باغ جو اهو ٻوٽو ٺٽي صوبي ۾ وڏي نالي وارو ٿيو. هڪڙو هو غلام علي پٽ قيصر فقير (نظاماڻي) ۽ ٻيو حاجي احمد جيڪو پڻ ميرن جو ماڻهو هو. انهن ٻنهي گڏجي ٻنياڻي ڦورن (وحشين) جي خلاف ڪڪرالي تي وڏي لشڪر سان چڙهائي ڪئي. آخر انهن بدمعاشن کي قتل ڪيائون ۽ ان ريت مٿن خدا جي طرفان انتقام پورو ٿيو.

شير محمد حاشيي ۾ وڌيڪ وضاحت ڪندي لکي ٿو ته:

”قيصر خان ساڻس (شاهه صفي الله سان) انجام ڪيو هو ته هو جڏهن حج تي ويندو ته ان جو خرچ اسان پريندا سون. پوءِ هو سنڌ ۾ سال ١٢١٢ھ ۾ آيو. مگر مير فتح علي خان اهو انجام نه پاڙيو. پوءِ قيصر خان حيدرآباد جي صرافن وٽ پهچي پنهنجي سوني پنج سنجي وڪٽي. سٺ ستر هزار رپيه ڏنا. هو (شاهه صفي الله) مير صاحب تي ناراض ٿيو. مگربندر حديده ۾ وڃي هن ١٢١٢ھ ۾ وفات ڪئي ۽ حج نه پڙهي سگهيو.“ (سه ماهي الرحيم ٢-١٩٦٣) 'مناقب مخدومين' ۾ شاهه صفي الله جا جيڪي ڏهاڪو کن خط ضميمي طور ملن ٿا. انهن مان هڪ خط منجهان چڱيءَ طرح معلوم ٿئي ٿو ته شاهه صفي الله کي سنڌ جي سياسي معاملن بابت ڄاڻ ۽ اثر رسوخ حاصل هو.

## تڪملة الشعراء ۽ مخدوم محمد ابراهيم:

'عمدة المقامات' ۽ 'مناقب مخدومين' کان پوءِ مخدوم محمد ابراهيم جو ڪجهه احوال ۽ مناقب 'تڪمله مقالات الشعراء' ۾ ملن ٿا. ان

جو مؤلف محمد ابراهيم خليل (۱۲۴۳- ۱۳۱۷ھ) ڄاڻائي ٿو تہ هو ڪاتب الحروف (خليل) جي ناني جو پيءُ هو.

”هو وقت جي عالمن ۾ يگانو هو ۽ ارشاد ۽ هدايت ۾ پڻ وقت جو برگزيده هو. هن جهڙو سندس وقت ۾ سنڌ اندر ٻيو ڪوبہ نہ هو. هو ڪشف ۽ ڪرامت جو مالڪ هو. سندس زندگيءَ جي حالت جي باري ۾ محمد امين ڇترائي (ڇوڙائي) هڪ الڳ رسالو لکيو آهي. سندس ڪيترائي خليفا آهن ۽ سندس مريدن جو تعداد ٻن لکن کان مٿي آهي. مريدن جي دعوتن تي اڪثر نڪرندا ۽ پوءِ هر شهر ۽ ڳوٺ ۾ ايندا هئا، جتي سندن مريد گڏ ٿيندا هئا، جيڪي ڪانئن تلقين وٺندا هئا. انهن جا نالا لکيا ويندا هئا. هن فقير (محمد ابراهيم خليل) پاڻ اهڙي فهرست ڏٺي ۽ پڙهي آهي.“ (ص - ۴۷)

آخر ۾ لکي ٿو تہ: مخدوم صاحب جون عربي فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ ڪيتريون تصنيفون آهن، مگر مون کي انهن جي تعداد جي پوري خبر ناهي. تکمله مقالات جي حاشيي ۾ حسام الدين راشديءَ مخدوم صاحب جي ۲۱ تصنيفن جا نالا ڏنا آهن: ليڪن ڪنهن بہ سنڌي تاليف جو نالو نہ ڏنو آهي. اهڙيءَ طرح مولانا غلام مصطفىٰ قاسمي صاحب تہ ماهي الرحيم سنڌيءَ جي خاص شماري ’تيرهين صديءَ جا مشاهير سنڌ‘ ۾ مخدوم صاحب جي ڪن خاص تصنيفن جا نالا ۽ انهن تي مختصر روشني وڌي آهي تاهم موجوده سنڌي تصنيف جو ذڪر ڪونہ ڪيو آهي. هتي اهو ٻڌائڻ ضروري آهي تہ محمد امين ڇوڙائي- جيڪو مناقب مخدومين جو مصنف آهي- مدرسه مظهر ڪڏه ڪراچي جو باني مولوي عبدالله هن جي اولاد مان هو. شايد اهو ئي سبب آهي جو مخدوم محمد ابراهيم جا گهڻو ڪري سڀ ڪتاب سندس دستخط يا مهر سان مدرسه مظهر العلوم جي ملڪيت ۾ آهن. هينئر انهن ڪتابن جي مڪمل الڳ فهرست بہ شايع ڪئي وئي آهي ۽ ان کان اڳ اسان اها فهرست مخطوطات ۾ ڏني هئي. هينئر اسان ڊاڪٽر محمد ادريس سنڌي جي تحقيق جي نتيجي ۾ مرتب ڪيل اها

فهرست، جيڪا مخدوم محمد ابراهيم ٺٽوي جي رسالن ۽ ڪتابن تي مشتمل آهي، پيش ڪريون ٿا. (ضميمو ـ ب)

## مخدوم محمد ابراهيم جون تصنيفون:

مذڪوره تصنيفن مان ڪي اهڙيون بہ آهن، جيڪي مخدوم صاحب مديني منوره ۾ اعتڪاف دؤران ١٢١١ھ ۾ لکيون آهن. ان جو مثال ’توثيق الاسباق في مسالة الصداق‘ آهي. سياسي ۽ سماجي لحاظ کان نهايت اهم تحرير ’دماج المغنم‘ جيڪا ١٢٠٩ھ جي آهي. ان جو موضوع اهو سوال آهي، جيڪو ڪانئس پڇيو ويو تہ ڪوسا بلوچ ۽ انهن جا حمايتي جوڌپور ۽ ان جي آس پاس جي ماڻهن تي حملا ڪندا رهن ٿا ۽ اتي ماڻهن کان ڦرلٽ ڪري، عورتن ۽ ٻارن کي قيد ڪري، زوريءَ ڪٽي سنڌ ۾ اچن ٿا. ڇا ائين ڪرڻ مباح يا درست آهي ۽ ڇا ائين اهي عورتون سندن ٻانهيون ٿي سگهن ٿيون. ڇا ڦريل مال کي مالِ غنيمت شمار ڪري سگهبو؟

مخدوم صاحب هن سوال جو جواب هاڪار ۾ ڏنو ۽ انهن رياستن کي دار الحرب قرار ڏنو ۽ ان لاءِ ڪيترائي دليل پيش ڪيا. ان وقت مٽيارين جي هڪ وڏو عالم محمد عثمان مٽيارين وارو سندس ان راءِ سان سخت اختلاف ڪيو. هو ان ڦرلٽ کي ناجائز سڏي ٿو. مخدوم ابراهيم پنهنجي هن تحرير ۾ محمد عثمان جي خلاف عربي قصيدو لکيو. جنهن ۾ هن جي سخت الفاظن ۾ هجو ڪئي.

هتي اهو ٻڌائڻ ضروري آهي تہ ڪلهوڙن جي آخري دؤر ۾ جوڌپور جي راجا جا سنڌ سان تعلقات دوستانہ نہ هئا. جوڌپور جي راجا جي اها ڪوشش هئي تہ عمرڪوٽ تي قبضو ڪري، پر ان جي سمورين ڪوششن کي مير بجار جهڙي بهادر ۽ وفادار اڳواڻ مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيو هو. بهرحال، مير بجار ئي هو جيڪو پوءِ ڪلهوڙن ۽ جوڌپور جي سازش جو شڪار ٿيو هو جو جوڌپور مان موڪليل ٻن ماڻهن وڏي مڪاري ۽

عياريءَ سان مير بجار کي ۱۱۹۴ھ / ۱۷۸۰ع ۾ قتل ڪري ڇڏيو هو. ليڪن ان سازش ۾ ميان عبدالنبي خود شامل هو. جنهنڪري عمرڪوٽ جو قلعو جوڌپور جي راجا جي قبضي ۾ اچي ويو هو. مولانا غلام رسول مهر 'تاريخ سنده' ۾ مخدوم محمد ابراهيم جي راءِ نقل ڪندي لکي ٿو تہ:

"جيئن تہ جوڌپور جي راجا سنڌ جي امير الامراء مير بجار کي ڌوڪو ڏيئي پنهنجا ماڻهو موڪلي هن کي قتل ڪرايو آهي، تہ ان ڪانپوءِ جوڌپور جي دارالحرب يعني دشمن ملڪ هجڻ ۾ باقي ڪهڙو شڪ باقي رهيو آهي." (جلد ٻيو - ص : ۸۰۴)

جوڌ پور جي راجا جي طرف کان سوائي سنگهہ ۽ ميرن جي فوج ۾ هڪ ٻي لڙائي چوٽياري نالي جاءِ تي پڻ لڳي هئي، جنهن ۾ مير فتح خان پاڻ زخمي ٿيو هو ۽ هوڏانهن راجپوتن جا بہ ڪيترائي ماڻهو مارجي ويا هئا. سوائي سنگهہ ڀڄي جان بچائي هئي ۽ مير ان معرڪي ۾ فاتح ۽ ڪامياب ٿيا هئا.

مخدوم محمد ابراهيم پنهنجي تصنيف 'نشر الحلاوي' ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو تہ جڏهن جوڌپور جي راجا ۽ سندس ڦرلٽ ڪندڙ لشڪر جا ظلم حد کان وڌي ويا جنهن جي نتيجي ۾ هو عمرڪوٽ تي قابض ٿي ويا تہ سنڌ جي لشڪر جي اڳواڻي ڪندي مير فتح خان ٽالپر دشمنن کي سخت شڪست ڏني جنهنڪري هڪ دفعو وري حق کي فتح حاصل ٿي ۽ ناحق کي شڪست ملي.

## سلسلہ طريقت ۽ خليفا:

مخدوم ابراهيم جي اهم تحرير سندس مختصر رسالو 'الاجازة للطريقة النقشبنديه' آهي، جنهن ۾ هن پنهنجي هڪ مريد ۽ خليفي سيد قاسم بن سيد علي بن سيد محمد اسڪافيءَ کي نقشبندي طريقي جي اجازت ڏني آهي. هتان اندازو ٿئي ٿو تہ مخدوم صاحب جو روحاني فيض

سنڌ کان ٻاهر عرب تائين ڦهليل هو. هن رسالي بابت مولانا غلام مصطفىٰ قاسمي روشني وجهندي هن ريت لکيو آهي:

”هن رسالي ۾ مخدوم ابراهيم ٺٽويءَ ٻڌايو آهي تہ کيس باطني فيض ۽ خلافت شيخ الحاج محمد صفي الله کان مليو ۽ شيخ صفي الله لاءِ لکي ٿو تہ کيس بيت الله ۾ حق تعالىٰ طرفان آدم صفي الله جو خطاب مليو ۽ کين پنجن طريقن سان نسبت هئي، نقشبنديه، قادريه، سهروورديه، ڪبرويه ۽ چشتيه. خواجہ صفي الله کي سندس والد خواجہ غلام محمد کان فيض مليو. هن کي قطب وقت خواجہ محمد اسماعيل کان ۽ هن کي سندس پيءُ شيخ خواجہ محمد صبغة الله کان ۽ خواجہ صبغة الله پنهنجي والد امام محمد معصوم کان خرقو حاصل ڪيو ۽ هن پنهنجي والد مجدد الف ثاني امام رباني شيخ احمد سرهنديءَ کان فيض پرايو. اهي سڀ سندون هن رسالي ۾ آيل آهن.

آخر ۾ ذڪر جا طريقا پڻ بيان ٿيل آهن ۽ هن سلسلي ۾ پنهنجي خليفي کي هن هدايتون بہ ڪيون آهن. رسالي جي اختتام ۾ سندس اها مناجات بہ ڏنل آهي، جنهن کي مخدوم ابراهيم روضه نبوي جي آڏو پڙهيو هو.“

مخدوم صاحب جي اها مناجات سندس فارسي شاعري جو اعلىٰ نمونو آهي، جنهن ۾ جذبات جي سچائي ۽ عقيدت جو بي مثال اظهار ملي ٿو، اسان هتي اها مناجات پيش ڪريون ٿا.

اي تو مقبول درگه صمدي — وي تو محبوب حضرت احدي
مجتبائي جناب حق ابدي — عاصيان راتو شافع و سندي
منکه غرقم بہ بحر جرم وبدي — يا حبيب الاله خُذبيدي
مالعجزي سواڪ مستندي

يا نبي رتبہٴ توبس ارفع — وي جناب تو مشفق و اشفع
ذات پاڪ تو اجود وا شجع — وي جمالت زمهرومه المع
از رخ فضل برکشا برقع — ڪن رحيما لذلتي واشفع

يا شفيع الوریٰ الي الصمد

سرو سالار هر نبي و ولي ــ سبز چرخ غِر ماه جلي
اي کہ درانبيا تو بي بدلي ــ شو شفيعم بدرگہ ازلي
زانکہ شرمنده ام ز بد عملي ــ اعتصامي سوي جنابک لي
ليس يا سيدي الي الاحد

سرور دين سيد الثقلين ــ جد پاک حسن و امير حسين
مرسلان را بہ تست زينت وزين ــ زانکہ صفتت گشت قرة العينين
اي شهنشاهہ والي کونين - غير عرواک ليس في الدارين
لعليل ذليل معتمد

اي ز ذات تو حرمت حرمين ــ خاک درگاهہ تست سر مہٴ عين
وصف تو پر شکر کند شفتين ــ بارگاهت بري ز هر شک و شين
برجهان آمده درود تودين ــ صلواتي عليک في الملوين
کان متجاوزا عن العدد

ميفر ستم صلوٰة از دل و تن ــ برسر سرور زمين و زمن
صاحب فيض جود بخش و منن - چہ درودي کہ دفع ساز و محن
حل کن کار ها بوجہ حسن ــ و علي اهل بيته طرا
و علي آله الي الا بد

بر سر آل احمد انفع ــ همهہ اعلیٰ و اکمل و اورع
ازپئي آفتاب دين مطلع ــ باد صلوٰة اکثر و اوسع
علم را کان و حلم را مجمع ــ و علي الصحب کلهم اجمع
هم نجوم الهداة و الرشد

بر صحابش صلوٰة ازهرسو ــ برسد برشمار موئي بمو
هريکي پاک طنيت ويک رو ــ نجم راه هدیٰ چو ايشان کو
محو در لا اله الا هو ــ و علي التابعين هم کانوا
لخيام السداد کا لولد

الغياث رسول دين پرور ــ نافع خلق و شافع محشر

واز همه ڪائنات بس برتر ـ مانده ام مانده ام بصعب اندر
جُز تو هرگز شفيع نيست دگر ـ استغيثوا لعاجز مضطر
شمروا ذيلڪم الي المدد
اي جناب پناه هفت اقليم ـ انبيا را بذات تو تعظيم
فلڪت پست از پئي تعظيم ـ ملڪت مادح از ره تڪريم
از تو اميدوار ابراهيم ـ اين دعا ڪاشفش هر غم و بيم
يا حبيب الاله خذبيري

## خليفا:

'مناقب مخدومين' جو مصنف مخدوم محمد ابراهيم جي ڪيترن ئي خليفن جا نالا پيش ڪري ٿو، جن ۾ هيٺيان سورنهن خليفا شامل:

١. شيخ حاجي احمد خان نظاماڻي

هن کي هو سيڻي ۾ وڏو خليفو شمار ڪري ٿو، جنهن کي صحبت جو جذبو حاصل هو. هڪ دفعي جو ذڪر ڪندي ٻڌائي ٿو ته هڪ موقعي تي مخدوم ابراهيم پنهنجي پُٽ عبداللطيف ثاني کي نصيحت ڪئي ته سندس وفات ڪانپوءِ احمد خان جي صحبت اختيار ڪري. اهڙي طرح ٻين کي به ائين ئي چوندا هئا. احمد خان کي مخدوم طرفان مليل اجازت نامو مناقب ۾ نقل ٿيل آهي. مخدوم صاحب کي احمد خان سان ايترو قرب هو جو سندس تعريف ۾ کي شعر به چيا اٿس.

٢. خليفو ميان سليمان

هن جيتوڻيڪ شروع ۾ شاهه صفي الله کان ڪابل ۾ تلقين حاصل ڪئي هئي پر پوءِ محمد ابراهيم جي صحبت اختيار ڪيائين.

٣. خليفو سيد نور محمد

هو اصل ۾ بدين جي شهر نندي جو رهاڪو هو. مخدوم صاحب آخري وقت ۾ ڪچ ڏانهن ويندي وٽس ترسيو هو.

٤. خليفو ميان اسماعيل جوڻيجو

هو عالم فاضل شخص هو، جنهن ١٢٠٤هه وفات ڪئي.

٥. خليفو محمد حيات شڪارپوري

هن جي باري ۾ مخدوم صاحب جو لکت ۾ اجازت نامو مليل هو.

٦. خليفو قاضي ابوالقاسم

هن لاءِ مناقب مخدومين ۾ لکيل آهي ته: ١٢٣٦ھ ۾ حج جي موقعي تي هو ساڻس گڏ هو، تڏهن احمد خان نظاماڻي حج لاءِ آيل هو. هو واپس سنڌ ڪونه آيو ۽ ١٢٣٨ھ ۾ مديني ۾ انتقال ڪري ويو.

٧. خليفو شيخ احمد ڪتائي

هو مخدوم صاحب جو پهريون خليفو شمار ٿئي ٿو ۽ پين کي سندس صحبت اختيار ڪرڻ لاءِ چيو ويندو هو.

٨. خليفو محد فاضل

هيءُ ڪڇ جي علائقي جو هو ۽ مڏئي شهر جي پرسان ڳوٺ ۾ رهندو هو.

٩. خليفو حافظ عثمان مناهيجو

هو نابينا هو، اڪثر احمد خان نظاماڻيءَ جي صحبت ۾ رهندو هو.

١٠. خليفو فتح محمد بلوچ مدير

هو محمد ابراهيم جي اجازت سان خليفي احمد خان نظاماڻيءَ جي صحبت ۾ رهندو هو.

١١. خليفو عبدالڪريم

هو خليفي فتح محمد جو پاءُ هو، 'تڪملة مقالات الشعراء' جي مصنف ابراهيم خليل جو پيءُ آهي.

١٢. خليفو دائود نجار

١٣. خليفو حبيب پليجو

١٤. خليفو ناصر الدين قاضي نصرپوري

هو محمد ابراهيم سان ١٢١٣ھ ۾ حج جي موقعي تي گڏ هو، جڏهن مؤلف مناقب به موجود هو. هن واپسي ۾ ٻيڙيءَ ۾ وفات ڪئي ۽ سندس جنازو سمنڊ حوالي ڪيو ويو.

۱۵. خليفو صالح

هي عرب هو ۽ بندرگاهہ مسقط ضلع عمان ۾ رهندو هو.

۱٦. مخدوم عبداللطيف ثاني

هن پنهنجي والد مخدوم ابراهيم کان تعليم ۽ تربيت حاصل ڪئي ۽ سندس جانشين ٿيو. اهو عبداللطيف هو، جنهن کي مخدوم صاحب چيو هو تہ: سندس وفات کانپوءِ احمد خان نظاماڻيءَ جي صحبت اختيار ڪري. جيئن تہ عبداللطيف ثاني محمد ابراهيم خليل جو نانو هو، تنهنڪري هن سندس احوال ۽ ڪجھ مناقب 'تڪمله مقالات الشعراء' ۾ ڏنا آهن. ان لحاظ کان مخدوم محمد ابراهيم تڪملة جي مؤلف جو پڙنانو هو.

## ڪراچيءَ جي فتح ۽ سنڌ مان هجرت:

مناقب مخدومين جو مؤلف محمد امين ڪيترا سال مخدوم محمد ابراهيم جي صحبت ۾ رهيو ۽ ساڻس گڏ حج جي سعادت بہ حاصل ڪيائين، هو لکي ٿو تہ مخدوم ابراهيم جا زندگي جي پوين سالن ۾ وقت جي حڪمرانن سان اختلاف ٿي پيا. ان جو سبب شريعت تي عمل در آمد ۽ امر و نهي تي سختي سان عمل پيرا ٿيڻ هو، جنهنڪري مخدوم صاحب کي پهريان ٺٽي مان لڏي اچي ڪراچيءَ ۾ رهائش اختيار ڪرڻي پئي. اهو زمانو هو جڏهن ڪراچي قلات جي حاڪم مير نصير خان جي قبضي ۾ هئي. جيڪو شاهہ صفي الله جو عقيدت مند هو ۽ مخدوم محمد ابراهيم وري شاهہ صفي الله جو خليفو هو.

ياد رهي تہ مير نصير خان احمد شاهہ ابداليءَ جو خاص معتمد هو ۽ پاڻي پٽ جي ٽين لڙائيءَ ۾ ۱۷٦۱ ۾ احمد شاهہ ابداليءَ سان گڏ هو جنهن ۾ ابداليءَ کي مرهٽن خلاف فتح حاصل ٿي هئي. مير نصير خان ۱۷۹۴ ۾ وفات ڪئي، هن پنهنجي حياتيءَ ۾ جڏهن ميان عبدالنبي ڪلهوڙو سندس مدد حاصل ڪرڻ لاءِ ويو هو تہ پنهنجي نياڻي زرق خان کي ميرن جي مقابلي لاءِ موڪليو هو، جيڪو لاڙڪاڻي طرف چالڪ پل واري لڙائيءَ ۾ ۱۷۸۰/۱۱۹۵ ۾ مارجي ويو؛ ليڪن ان کان پوءِ جڏهن ميان عبدالنبي تيمور

شاهہ جي مدد سان ٻيهر سنڌ جو حاڪم ٿيو تہ تيمور شاهہ جي چوڻ تي هن ڪراچيءَ جو علائقو خون بها طور قلات جي حڪمرانيءَ ۾ ڏنو هو. اهڙيءَ طرح ڪراچي ۱۷۸۱/ ۱۱۹۵ کان وٺي قلات وارن جي قبضي ۾ هئي.

مناقب ۾ هڪ اهڙي مشهور واقعي جو ذڪر ملي ٿو تہ جڏهن مخدوم محمد ابراهيم ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير هو تہ مير فتح علي خان فاتح سنڌ، جيڪو ڪلهوڙن جي خاتمي ڪانپوءِ سنڌ جو حڪمران ٿيو، ان جي لشڪر ڪراچيءَ تي قبضي ڪرڻ لاءِ حملو ڪيو. ان لشڪر گهڻي ڪوشش ڪئي تہ قلعي جي ديوارن کي ٽوڙي ڪنهن بہ ريت قلعي ۾ داخل ٿجي، پر ان ۾ ڪامياب نہ پئي ٿيا. مؤلف موجب ان جو سبب قلعي جي اندر مخدوم محمد ابراهيم جي موجودگي هئي، آخر لشڪر وارن چورائي موڪليو تہ مخدوم صاحب پنهنجي رهائش جي مٿان ڪو جهنڊا هڻي ڇڏي تہ جيئن هو ان طرف گولہ باري نہ ڪن، ليڪن عين وقت تي جڏهن انهن گولہ باري شروع ڪري ڏني تہ ان جي نتيجي ۾ مخدوم صاحب جي ڪتبخاني جي ديوار کي ڪافي نقصان رسيو، پر ان جو نتيجو اهو نڪتو تہ انهيءَ گولہ باري دؤران توب کي اهڙي باهہ لڳي جو گولہ انداز ان باهہ ۾ پاڻ سڙي رک ٿي ويو، تنهن ڪانپوءِ وچي اها گولہ باري بند ٿي. ليڪن ميرن جي لشڪر طرفان اهي حملا رڪجڻ وارا نہ هئا، سي جاري رهيا. اڳتي هلي مؤلف لکي ٿو تہ آخر ڪار مير نصير خان بروهي جي نائبن قلعي حوالي ڪرڻ جو اختيار مخدوم صاحب کي ڏيئي ڇڏيو ۽ پاڻ اهو ميرن جي نائبن جي حوالي ڪيائون.

هڪ جديد مؤرخ (ڪلمتي: سال ۲۰۰۷) موجب ميرن ڪراچيءَ تي قبضو ڪرڻ لاءِ ٽي دفعا حملو ڪيو. هر دفعي هنن جي لشڪر ۾ هزارين ماڻهو شامل هئا. ٻيو حملو ۱۲۰۸ / ۱۷۹۳ ۾ ڪيو ۽ گولہ باريءَ جي باوجود ڪوٽ کي ڪوبہ نقصان نہ ٿيو ۽ ٽن مهينن ڪانپوءِ ميرن جو لشڪر واپس ٿيو. آخري ٽيون هڪ سال بعد هو ۱۲۰۹ / ۱۷۹۴ ۾ ويهن هزارن جي لشڪر سان حملہ آور ٿيا ۽ هن ٽيري سندن لشڪر جو اڳواڻ مير ڪرم علي خان هو.

قلات جي خان طرفان ڪراچيءَ جي بچاءُ لاءِ ڪوبہ بندوبست نہ هو، بلڪ ان وقت قلات جي خان محمود خان لڙائيءَ ۾ ڪوبہ حصو نہ ورتو. آخر ان ريت ١٧٩٤ ۾ ڪراچي ٻيهر سنڌ جو حصو بڻجي وئي ۽ اهو هجري سال ١٢٠٩ هو.

مخدوم محمد ابراهيم پنهنجي ڪتاب 'نشر الحلاوي' ۾ ٺٽي شهر ڪي خيرباد چوڻ جي باري ۾ لکي ٿو تہ ميرن جي حڪومت جي شروعات ۾ ئي ٺٽي جون معاشرتي حالتون سخت بگڙڻ لڳيون. ايتريقدر جو هر هنڌ ڪيترن قسمن جون برايون جهڙوڪ نشو پتو عام ٿي ويو- مسجدن جي عزت خطري ۾ پئجي وئي. اسلام جا دشمن کلي عام پرچار ڪرڻ لڳا، انهن حالت ۾ مون پنهنجي لاءِ ڌرتي تنگ ٿيندي محسوس ڪئي. خاص طور فسق فجور ۽ شرڪ گاڏڙ رسمون زور وٺڻ لڳيون، حالانڪ اهو مير فتح علي خان ٽالپر جو دؤر هو، انهن حالتن ۾ مون مجبور ٿي ٺٽي کان ڪراچي جي بندر ڏانهن هجرت ڪئي ۽ پنهنجو اباڻو ورثو، مسجد، مدرسو، پنيون وغيره ۽ سڀ سنگت ساٿي قربان ڪيم، ان وقت ڪراچي مير نصير محمد خان جي زير تسلط هئي، جيتوڻيڪ اتي بہ ساڳي قسم جون حالتون هيون مگر ڪجھ بهتري هئي.

هو وڌيڪ لکي ٿو تہ مون ڪراچيءَ ۾ ٽي سال اهڙيءَ حالت ۾ گذاريا ۽ ان دؤران ميرنصير خان وفات ڪري ويو، ان کان پوءِ ڪراچيءَ جو قلعو مير فتح خان جي حوالي ٿيو، ليڪن هن جي حڪمرانيءَ ۾ ڪفر ۽ بدعت جو زور وڌڻ لڳو جنهنڪري مون پنهنجي سيني ۾ سخت سوڙھ محسوس ڪئي جنهن جو زبان اظهار نٿي ڪري سگهي، نوبت ايستائين پهتي جو مسلمانن جا فيصلا غير مسلمان ڪرڻ لڳا.

سنڌ جون سماجي ۽ مذهبي حالتون ڪهڙي نهج تي پهچي چڪيون هيون، ان لاءِ هڪ واقعي جو ذڪر ڪافي آهي، جيڪو مخدوم محمد ابراهيم پنهنجي ڪتاب 'القسطاس المستقيم' ۾ بيان ڪيو آهي، هو لکي ٿو:

'ولقد افتي الامير فتح علي خان ٽالپر خاصة بعض العلماء بجواز الفطر في رمضان و اداء الفديہ عوضا بعله

تيسير العدالة والانصاف وايضاً افتو الواحد من امراه اسمه قيصر خان نظاماني انه اذا اتي رمضان في موسم حار يجوز تاخير الصيام الي يوم البرد الیٰ قصر الايام.

يعني مير فتح علي خان جي لاءِ بعض عالمن فتویٰ ڏني آهي ته عدل ۽ انصاف جي سهنجائي لاءِ مير صاحب رمضان ۾ روزن جي عيوض پلي ته فديہ ڏي. پڻ امير قيصر خان نظاماڻي جي لاءِ بعض عالمن فتویٰ ڏني آهي ته هو به گرمي جي موسم ۾ پلي روزا نه رکي ۽ ٿڌا ڏينهن اچن ته پوءِ هو روزا رکي پورا ڪري.'

هِتان اهو نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو ته گويا مخدوم محمد ابراهيم جي ڪراچي اچڻ کان اڳ اهڙيون حالتون ٿي چڪيون هيون جو هو ٺٽو ڇڏي اچي ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير ٿيو هو. غالباً ان ڪانپوءِ ڪنهن به وقت هن سنڌ ڇڏي وڃي مسقط جي ڳوٺ اربق ۾ رهائش اختيار ڪئي ۽ ان ريت جڏهن ١٢١٢ ۾ سندس مرشد خواجه صفي الله پنهنجي آخري حج جي ارادي سان اتي پهتو ته مخدوم ابراهيم سندس استقبال ۾ ڪا ڪسر نه ڇڏي، جو ته هو اڳيئي اتي موجود هو.

مخدوم ابراهيم جي اربق ۾ رهائش دؤران ڪجھ واقعن جو ذڪر محمد امين ڪيو آهي، جن ۾ خاص طور قبيلي زرافيہ جي عورتن جي ذڪر جي تلقين حاصل ڪرڻ آهي ۽ انهن جي دلين ۽ قلب تي ذڪر الله جو جاري ٿيڻ آهي. بلڪ ان ڪانپوءِ زرافيہ قبيلي جا سمورا افراد مخدوم صاحب جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ ذڪر جي تلقين حاصل ڪيائون. ٻيو واقعو هن ريت بيان ڪري ٿو ته هڪ سال اتي ايڏي برسات اچي پئي، جو ماڻهن جا گهر ڍهي پٽ ٿي پيا، پر مينهن هو جو بند ٿيڻ جو نالو نه پيو وٺي. آخر اتي جا ماڻهو مخدوم صاحب وٽ اچي گڏ ٿيا ته مينهن بند ٿيڻ جي دعا ڪئي وڃي. تنهن ڪانپوءِ وڃي اهو خوفناڪ مينهن بند ٿيو. معلوم ٿئي ٿو ته اربق ۾ رهائش دؤران مخدوم صاحب جي روحاني فيض جا اثرات گهڻو

ڦهلجي ويا، ايتريقدر جو محمد قاسم اسڪافي جهڙا عرب ٻہ ڪانئس فيضياب ٿيا، جنهن کي لکت ۾ اجازت نامو ڏنائين، جنهن جو ذڪر مٿي گذري چڪو آهي.

## سنڌ جو آخري سفر ۽ مڏئي ۾ وفات:

مناقب جي مؤلف موجب مخدوم ابراهيم جڏهن اربق ۾ رهائش پذير هو تہ وقتاً فوقتاً سنڌ ۾ پنهنجن ارادتمندن وٽ ايندو هو. محمد امين لکي ٿو تہ محمد ابراهيم وٽس ٻہ اچي ترسيو هو. آخري ڀيرو جڏهن هو سال ١٢٢٤ھ ۾ سنڌ آيو تہ ڀهريائين ٺٽي جي هڪ ڳوٺ ۾ ترسيو ۽ تنهن کانپوءِ بدين جي ڳوٺ ننده ٽالپر ۾ سيد نور محمد جو مهمان ٿيو، جتي بيمار ٿي پيو. ان کان هڪ سال اڳ هو جڏهن ٺٽي جي ڳوٺ ٻهارا ۾ ترسيل هو تہ محمد امين چوي ٿو تہ خوش گوار انداز ۾ مون کان پڇيائون تہ توکي خبر آهي تہ منهنجي عمر ڪيتري آهي؟ وري پاڻ ئي ٻڌايائين تہ سندس ولادت جو سال 'ربي خلقني فهو يهدين' مان نڪري ٿو، جنهن مطابق اهو سال ١١٦٢ھ ٿئي ٿو. ان حساب سان سندن عمر ٦٢ سال پئي ٿئي. اهو محسوس ڪري چوڻ لڳا تہ شايد هڪ سال جي مهلت ملي سگهي ٿي.

محمد امين جي لکڻ موجب ان سفر ۾ مخدوم ابراهيم ننده شهر ۾ بيمار ٿي پيو، پر ڪجهہ ڏينهن کانپوءِ طبيعت ۾ بهتري آئي تہ ١٢٢٥ھ جي صفر مهيني ۾ ڪڇ جي شهر مڏئي ڏانهن روانا ٿيا. واٽ تي سنڌ مان آيل ساٿين کي رخصت ڪيائون. باقي خليفو محمد فاضل لڪپٽ وارو ۽ ميان عبدالرحمان ولد ميان عبدالله نريي وارو ساٿن گڏ هئا. مڏئي ۾ مهينو کن گذارڻ بعد جمعي ڏينهن ربيع الاول جي مهيني ۾ مسقط يعني اربق ڏانهن واپسيءَ خاطر ٻيڙيءَ ۾ اچي سوار ٿيا. ليڪن ٻيڙي اجا لنگر نہ کنيو هو تہ سخت بيماري مٿن حملو ڪري ڏنو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. خليفو محمد فاضل ۽ ميان عبدالرحمان جيڪي اجا اتي موجود هئا، سندس لاش کي ڪٺائي اچي مڏئي جي پسگردائي ۾ دفن ڪيو. ڪافي وقت کانپوءِ قبر

جي مٿان گنبذ تعمير ڪيو ويو ۽ چوڌاري ديوار بہ ڪنئي وئي. مؤلف محمد امين پاڻ بہ مزار تي حاضر ٿيو هو. سندس لکڻ موجب محمد ابراهيم جي تاريخ وفات هن عبارت مان ملي ٿي:

ان ابراهيم احيي الدين بجهاده فمات مهاجراً

ترجمو: بيشڪ ابراهيم دين کي جيارڻ واسطي جهاد ڪيو ۽ مهاجر ٿي وفات ڪيائين.

٦٣ سال جي عمر مبارڪ جو ماده تاريخ 'حب الحبيب' ڄاڻائي ٿو. محمد امين ان کان علاوه ڪيترين ٻيون تاريخون نثر ۾ بہ چيون آهن، جيڪي ان ڪتاب ۾ ڏنيون آهن. بلڪ ٻين جون چيل تاريخون بہ نقل ڪيون اٿس، جن ۾ مير غلام علي مائل جي تاريخ بہ شامل آهي.

مخدوم محمد ابراهيم جي وفات کان جلدي پوءِ سندس پٽ عبداللطيف ثاني اربق کي خيرآباد چئي، ٺٽي ۾ سڪونت اختيار ڪئي. پنهنجي پڙ ڏاڏي مخدوم محمد هاشم واري مسجد ۾ درس و تدريس ڪرڻ لڳو. هن ئي پنهنجي والد جي قبر جي چوديواري مڏئي ۾ نهرائي ۽ ٺٽي واري خانداني مسجد جي بہ نئين سر تعمير ڪرائي؛ ليڪن والد کان فقط چوڏهن سال پوءِ ١٢٣٩ھ ۾ رحلت ڪري ويو.

ٻارهين صدي هجريءَ ۾ ڪڇ ۽ سنڌ درميان اچ وڃ ۽ ٻنهي طرفن کان عالمن جي تعلقات جي خبر پوي ٿي. بلڪ ڪيترا سنڌي عالم ڪڇ پيچ ڏانهن هجرت ڪري وڃي اتي مقيم ٿيا ۽ درس و تدريس جو شغل اختيار ڪيائون جن مان گهٽي ۾ گهٽو ميان عبدالله نريي وارو مشهور ٿيو. هو ذات جو منڊرو هو ۽ اصل ۾ بدين جي علائقي ماڻڊر جو رهاڪو هو، جتان لڏي وڃي ڪڇ جي ڳوٺ نريي ۾ رهيو، ليڪن پوءِ اتان بہ لڏي ٻئي ڳوٺ سريءَ ۾ وڃي رهيو. مخدوم محمد ابراهيم جو ڏانهس لکيل خط سندس ڪتاب 'جامع الڪلام في منافع الانام' ۾ آخري خط جي صورت ۾ ملي ٿو.

## نقشبندي ذڪر جا خاص نُڪتا:

جيتوڻيڪ موجوده ڪتاب گهڻو مختصر آهي، مگر اهو ان لحاظ کان جامع آهي تہ منجهس نقشبندي طريقي جي اصولن ۽ اصطلاحن جي چڱيءَ ريت سمجهاڻي ڏنل آهي ۽ ان کانسواءِ مخدوم ابراهيم پنهنجو شجره طريقت، رسول الله ﷺ تائين بيان ڪري ٻڌايو آهي. سڀ کان پهريائين مرشد جي عزت ۽ آداب جي تقاضا بابت ٻڌايو آهي. هن سلسلي ۾ مشهور مقولي ’الطريقة ڪلہ ادب‘ يعني طريقت ادب ۾ سمايل آهي يا ان جو نالو آهي. ان ڪانپوءِ ’الشيخ يحيي و يميت‘ يعني مرشد جيئاري ۽ ماري ٿو، ان جو ڇا مطلب آهي. اڳتي نقشبندي ذڪر جو طريقو ٻڌايل آهي، جيئن چوي ٿو:

”اي ذڪر ڪندڙ انسان، ذڪر کي ڪرامت جو ڪئنرو يا ڪوزو سمجهہ. دل مان سڀ خوف خطرا ڪڍي ان کي پاڪ ۽ صاف رک. چپ چپ سان ملائي، ڏند ڏند تي رکي، وات کي بند ڪر. ان سان گڏ پنهنجي زبان کي تارونءَ سان لائي نڪ مان ساهہ کڻ. تڏهن سيني جي کاٻي پاسي (جيڏانهن دل آهي) ڌيان ڪري ذڪر شروع ڪر. ائين الله جو اسم مبارڪ ڪٽي، هر هر دل جي شوق سان اهي لفظ ورجاءِ. اسم الله جي چوڻ وقت ذات بيچون جو تصور ڪر. صفات تي نظر ڪر، پوءِ اڳتي وڌي ’ذات‘ کي پنهنجو مقصد بناءِ.“ توکي کپي تہ اٿندي ويهندي هر پل هر گهڙي، کائيندي پيئندي، جاڳندي سمهندي، هلندي ڦرندي، مطلب تہ هر حال ۾ پنهنجي اصلي مددگار يعني رب پاڪ کي ياد ڪرين. مولا سائين توتي رحمتون ڪندڙ آهي. هن کي تون هڪ لمحي لاءِ بہ نہ وسار. هو توکي ڪڏهن بہ نٿو وساري.

نقشبندين وٽ لطائف يا اسباق جي خاص معنيٰ ۽ مقصد آهي، جيڪي انسان جي بدن جي حصن سان وابستہ آهن. لطائف جي ڪري قلب

۾ تجلين جا خاص رنگ ظاهر ٿين ٿا. اتي مخدوم ابراهيم نهايت اهم ڳالهہ ڪئي آهي تہ انسان ڪي حق تعالیٰ جون اڻ صفتون اڌاريون مليل آهن، جيڪي هن ريت آهن: حيات، قدرت، علم، سمع، بصر، ارادو، ڪلام ۽ تڪوين. هو چوي ٿو تہ اهي امانت سمجهي مالڪ سائين جي حوالي ڪر. قلبي لطيفي جي فنا حاصل ڪرڻ سان پيلي يا ڦڪي رنگ جي تجلي ظاهر ٿئي ٿي.

ٻيو لطيفو روح جو آهي، جنهن جي جڳهہ سيني جي ساڄي طرف آهي، هن جو رنگ ڳاڙهو بلڪہ سون جهڙو آهي.

ٽيون لطيفو يا سبق سِر جو آهي ۽ اهو دل جي ڪاٻي طرف واقع آهي ان جو نور اڇو يا سفيد آهي.

چوٿون لطيفو يا سبق خفيءَ جو آهي، جنهن جي تجلي ڪاري رنگ جي آهن.

پنجون لطيفو يا سبق اخفیٰ جو آهي، هن جو رنگ سائو آهي ۽ اها ئي ذات جي تجلي آهي.

هتي اهو ٻڌائڻ ضروري آهي تہ نقشبندي صوفي ڪشف جي بنياد تي ڏهن لطيفن ڪي ميجين ٿا، جن مان پنجن جو واسطو عالم امر سان اهي ۽ اهي قلب، روح، سِر، خفي ۽ اخفیٰ آهن. باقي پنجن ڪي هو نفس، باهہ، هوا، مٽي ۽ پاڻي سڏين ٿا. اهڙيءَ طرح هو انسان ڪي ڏهن لطيفن جو مرڪب سمجهن ٿا ۽ پوين پنجن ڪي هو عالم خلق سان وابستہ سمجهن ٿا.

وري هر لطيفي جي ڪمال يا ترقيءَ ڪي ولايت جي هڪ خاص درجي سان مناسبت ڏيکارين ٿا ۽ ولايت جا اهي درجا مختلف اولي العزم نبين سان وابستہ سمجهن ٿا. ولايت جي پهرين درجي ڪي مرتبہ قلب جي حيثيت ۾ حضرت آدم عليه السلام سان مناسبت آهي يا ان جي زير قدم آهي. ولايت جو ٻيو درجو مقام روح آهي، جيڪو حضرت ابراهيم عليه السلام جي زيرِ قدم آهي. ولايت جو ٽيون درجو مقام سِر آهي، جنهن جو واسطو حضرت موسیٰ عليه السلام سان آهي. ولايت جو چوٿون درجو مقامِ خفي سان آهي ۽ اهو

حضرت عيسىٰ عليه السلام جي زيرِ قدم آهي. ولادت جو پنجون درجو رسول ڪريم ﷺ جي زيرِ قدم آهي. انهن لطيفن جي ڪمال تي پهچڻ سان ٻئي سير اَنفسي ۽ سير آفاقي مڪمل ٿين ٿا.

فنا جي تعريف ڪندي ٻڌايو ويو آهي ته الله جي ذات ڪانسواءِ جيڪي ڪجهه آهي ان جي نفي ڪر، ان جي ذات لاشريڪ ۾ ڪو شڪ نه ڪر، جنهن جي دل ۾ ٿورو ذرو به خواهش جو باقي آهي ته ان کي موحد نه چئبو بلڪ اهو لوڪ جي لحاظ کان مشرڪ آهي. اهڙيءَ طرح جنهن جي من ۾ الله ڪانسواءِ ٻيو ڪو مقصد يا مراد آهي ته اهو به ايمان کان پري سمجهه. هن کان اڳتي ولايت صغرىٰ، ولايت ڪبرىٰ ۽ ولايتِ عليا جي سمجهاڻي ڏنل آهي.

ڪتاب جي ٻئي حصي ۾ مخدوم محمد ابراهيم پنهنجي مرشد شاهه صفي الله جا فضائل ۽ ڪمالات بيان ڪري ٿو ۽ هن کي تيرهين صديءَ جو مجدد چوي ٿو، جيئن يارهين صديءَ ۾ هن جو جد امجد مجدد الف ثاني شيخ احمد سرهندي ٿي گذريو آهي. هن کان اڳتي مخدوم صاحب پنهنجو سلسلو يا طريقت جو شجرو هيٺين ريت بيان ڪيو آهي.

مخدوم محمد ابراهيم ← شاهه صفي الله مجددي سرهندي ←

الحاج غلام محمد معصوم ← شيخ محمد اسماعيل

شيخ محمد معصوم سرهندي ← شيخ احمد سرهندي مجدد الف ثاني

شيخ باقي بالله ← خواجه محمد امڪنگي

خواجه محمد درويش ← شيخ محمد زاهد

خواجه عبيدالله احرار ← شيخ يعقوب چرخي

شيخ بهاءُ الدين بخاري نقشبند ← شيخ امير ڪلال

محمد بابا سماسي ← عزيز ان علي راميتني

محمود انجير فغنوي ← عارف ريو گري

عبدالخالق غجدواني ← يوسف همداني

ابو علي فارمدي ← ابو الحسن خرقاني

بايزيد بسطامي ← جعفر صادق

قاسم بن محمد ← سلمان فارسي

حضرت ابوبڪر صديق ← حضرت محمد ﷺ

مخدوم محمد ابراهيم اهو ساڳيو سلسلو يا شجره طريقت پنهنجي هڪ مختصر عربي رسالي 'رسالة في الاجازت في طريقة النقشبندية' ۾ پڻ بيان ڪيو آهي. ان رسالي جي اهميت جي پيش نظر اسان هن ڪتاب جي آخر ۾ ان جو عڪس ڏنو آهي. (**ضميمو ـ ج**)

ليڪن هن ڪتاب جي آخر ۾ مخدوم محمد ابراهيم پنهنجي لاءِ هڪ ٻئي سلسلي، جنهن کي هو 'سلسلة الذهب' سڏي ٿو، ان جي سَنَد پڻ بيان ڪئي آهي، ان کي هو طريقت محمدي بہ چئي ٿو ۽ پنهنجي والد کان مٿي پنهنجي ڏاڏي سان ملائي ٿو جنهن کي سيد سعد الله سورتيءَ کان فيض يافتہ ڏيکاري ٿو. ان ۾ هو ڪل ارڙهن واسطا ٻڌائي ٿو جن مان ٻارهن اهلِ بيت آهن.

نقشبندي سلسلي ۽ فڪر تي وڌيڪ روشني اسان مڪمل شرح ابيات سنڌي (٢٠٠٨ع) ۽ معارف سلطان الاوليا خواجہ محمد زمان (٢٠١٨) ۾ وجهي چڪا آهيون، جتي ان موضوع جو مطالعو ڪري سگهجي ٿو. ان کان سواءِ نقشبندي سلسلي بابت ضخيم تصنيف ينابيع الحيات الابديہ پڻ ٽن جلدن ۾ موجود آهي.

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

آءٌ الله جل جلاله وڏي حڪمت واري جو ڪروڙين ڀيرا حمد ۽ تعريف چوان ٿو. ايترا صلواتون ۽ سلام احمد (محمد ﷺ) مٿان جيڪو جهنڊو ڪٽندڙ آهي، ۽ هن جي سڀني صحابين ۽ اوليائن لاءِ سلام چوان ٿو. اهي سڀ سندس ويجهو سهڻا ۽ سچا ساٿي هئا.

طالب جڏهن توبہ ڪري سلوڪ جي راه جو پتو پڇي ٿو.

قرآن جي آيت: وَابۡتَغُوۡۤا اِلَيۡهِ الۡوَسِيۡلَةَ (المائده:۳۵) (الله ڏانهن وسيلو ڳولهيو) ڏانهن نوري نظر ڪري ٿو. تڏهن مٿس مولا جي محبت جو پرتوو پوي ٿو. تڏهن الله جي عشق ۾ اداس رهڻ لڳي ٿو ۽ هر وقت جاڳندو رهي ٿو.اهڙي وقت ۾ هو پير جي دامن جهلڻ کانسواءِ ذرو بہ اڳتي وڌي نٿو سگهي.

پير يا شيخ جي هدايت کانسواءِ هو حقيقت ڏانهن وڌي نہ سگهندو.

تڏهن طريقت کي هٿ ڪجي ۽ حقيقت ڏانهن هلڻ گهرجي.[1]

اي سمجهہ جا پورا، اڪيلو ٿي هل، پر وڏائي ۽ تڪبر کي ويجهو نہ وڃ. مولا پاڪ، محمد ﷺ کي خاص هدايت ۽ رهبريءَ واسطي موڪليو آهي.

جيئن هن فرمايو آهي تنهن مطابق هل ۽ جيڪي هن ڇڏي ڏيڻ لاءِ چيو آهي اهو ڇڏي ڏي. ان ۾ ئي تنهنجي نيڪ بختي آهي ۽ اها ئي توکي سونهي ٿي.

تڏهن تہ رب سائينءَ فرمايو آهي:

**وما آتاکم الرسول (۱۷ : ۵۹)**

(ترجمو:جيڪي توهان کي رسول کان ملي تہ اهو وٺو ۽ جنهن کان جهلي يا روڪي ان کان رڪجي وڃو.)

جيڪي ڪجھ رسول الله ﷺ توهانِ کي ڏئي اهو ئي وٺو ۽ جيڪو ڇڏڻ لاءِ فرمائي سو سڀ ڇڏي ڏيو.

الله جي اوليائن سڳورن ۾ نقشبندي (سلسلي وارا) نور يعني روشني ۽ هدايت وارا آهن.

اهي ظاهر توڙي باطن ۾ جيڪا عبادت ڪن ٿا، ان ۾ پيغمبر ﷺ جي پيروي ڪن ٿا . هو کائڻ پيئڻ، قول ۽ فعل، ڪپڙي لٽي ۾ پوري تابعداريءَ جي ڳالھ ڪن ٿا. هنن جي دوستي دوا جي برابر آهي ۽ هنن جي صحبت مان شفا حاصل ٿئي ٿي؛ ڇو تہ دلين جا جيڪي مريض آهن، انهن کان ڪو اٿڻ بچائي نٿو سگهي.[2]

قرآن جي آيت: في قلوبهم مرض فزادهم الله مرضاً (١٠ : ٢) هنن جي دلين ۾ بيماري لڳل آهيءِ الله ان کي وڌائي ٿو.

بهرحال هيءَ دوستي انهن لاءِ دوا آهي ۽ انهن جي صحبت ۾ شفا آهي. خاص ڪري انهن لاءِ جيڪي شيخ يا پير جا پورا آداب ادا ڪن ٿا ۽ دل جي سچائي سان ڪن ٿا.

شيخ نبيءَ جي نائب واري حيثيت رکي ٿو. انهيءَ ڪري شيخ کي سڃاڻڻ ضروري آهي. هو هڪ لحاظ کان قائم مقام جي حيثيت رکي ٿو. هن کي ڪامل ۽ مڪمل سمجھ .

سهڻي سردار محمد ﷺ جو ارشاد بلڪل ساڳيو سمجهي ان طرف اچ تہ (شيخ) محمّدي مسند جو گادي نشين آهي. اهو سمجهي ان ۾ ڪ جو مزو وٺ. هو ڪامل ولي ولايت وارو آهي ۽ ڄڻ تہ خدا جو خليفو (خليفة الله) آهي. مرشد کي وقت جو امام، زماني جوهادي ۽ پنهنجو اڳواڻ ڪري مڃ. هن کان مٿي پنهنجي وقت ۾ جهان ۾ ٻيو ڪو ولي نہ سمجھ. هن کي غنيمت سمجهي پنهنجو سمورو وجود هن جي حوالي ڪر[3]. هن جي رضا ۾ پنهنجي لاءِ وڏي خوش بختي سمجھ ۽ انهيءَ ڄاڻ تي راضي ٿيءُ. هن

جي غير رضامندي يا غصي ۾ پنهنجي بدبختي سمجھ. حرص ۽ هوس ۽ شهوت کي ڇڏي پنهنجي پير جي رضامنديءَ لاءِ پويان هل.

**قول: لن يؤمن احدكم حتى يكون هواه تبعاً لما جئت به.**

معنيٰ: تيستائين ڪو مؤمن نٿو ٿئي، جيستائين پنهنجي خواهشن کي منهنجي تابع نٿو ڪري.

اهو قول چڱيءَ طرح ڪنن سان ٻڌ. فيض يا ڪو فائدو تيستائين ڪون ٿيندءِ جيستائين ادب وارو نہ ٿيندين. ادب ڪانسواءِ الله ڏانهن ڪوبہ هلي ۽ رسي نہ سگهيو آهي. تون پنهنجي دل کي هڪ جاءِ ڪري اڳتي هلائينس، پر سڀ خواهشون ختم ڪري ڇڏ. پير کان سواءِ سڀ پاسا ڇڏائينس. بلڪ پير جي صحبت ۾ ٻئي ڪنهن ڏانهن نہ ڏس. ايتريقدر جو استاد يعني پير جي اجازت ڪانسواءِ نفل نماز بہ نہ پڙھ[4]. اهڙيءَ طرح ذڪر فڪر ۽ ٻيون نفلي عبادتون جڏهن تون پنهنجي شيخ جي صحبت ۾ آهين تہ ترڪ ڪر، پوءِ پلي تنهنجي اندر ۾ اهڙي خواهش ڇو نہ هجي.

استاد يعني شيخ جي اجازت ڪانسواءِ ذڪر بہ نہ ڪرڻ ڪپي. مرشد جي موڪل ڪانسواءِ پنهنجي دل کي جنبش بہ نہ ڏي. ليڪن فرض، واجب ۽ سنتون سيني شرطن ۽ ادبن سميت ياد ڪري چڱيءَ طرح پڙھ.

ان جي ويهڻ واري جاءِ تي نہ ويھ ۽ نہ ويهڻ واري جاءِ تي ويھ. مرشد جي مصلي( سجدي واري جاءِ) تي پير بہ نہ رک (ادب ڪر) پير جي مٿان پنهنجو پاڇو نہ وجھ ۽ نہ وري هن جي پاڇي تي پير ڏي. اي عقلمند اهڙيءَ طرح ( قطب) پير جي ڪپڙن مٿان بہ پنهنجو پاڇو نہ وجھ. جتي تنهنجو پير وضو ڪري ٿو، ان جڳھ تي وضو بہ نہ ڪر[5]. مطلب پنهنجي روح يعني اندر ۾ هر وقت ادب ۽ خيال ڪر. ائين پنهنجي پير جي زير استعمال ٿانو کي بہ هٿ نہ لاءِ.

استاد يا مرشد جي اڳيان ڪاڏو پيتو نہ واپرائجي. اي سالڪ، ٻئي ڪنهن جي آڏو پير بابت سُخن نہ چئجي. جنهن طرف تون سمجهين تہ تنهنجو پير آهي ان طرف پير ڊگها نہ ڪر. ائين پير جي طرف ڏانهن ٿڪ اڇلائڻ کان پرهيز ڪر.

تنهنجو پير جيڪڏهن توکي ڪيترائي ڪم چوي جيڪي گهڻا هجن، پر تون انهن کي هر حال ۾ صحيح سمجهي ڪر. ڀلي توکي اهي وڻن يا نہ وڻن. اي سالڪ تنهنجو شيخ حق تعالىٰ جو خاص خليفو آهي، هو الله جي اذن يا اجازت کانسواءِ ڪوبہ ڪم نٿو ڪري[6]. بلڪ جيڪڏهن هن جي راءِ ۾ ڪا غلطي بہ هوندي، اجتهاد جي ڪري اجرن مان هڪ جو حقدار ٿيندو؛ ورنہ صحيح هجڻ جي صورت ۾ هو ٻن ثوابن جو حقدار آهي. هميشه پير جي پويان هلڻ گهرجي، پوءِ اهي ڪم ننڍا هجن يا وڏا، جهڙوڪ اُٿڻ ويهڻ، کائڻ پيئڻ، پاڻ کي ڍڪڻ، ڪپڙا اوڍڻ، هلڻ چلڻ، ڳالهائڻ، سمهڻ، جاڳڻ وغيره. اهڙيءَ طرح نماز پڙهڻ يا ڪنهن ٻئي عمل ۾ يا ڪنهن فقه جي مسئلي ۾ يا ڪا ٻي عبادت، مطلب تہ هرحالت ۽ هرصورت ۾ پير جي پويان لڳي ۽ هن جي پوري تابعداري ڪندو رهي. [7]

ناداني ڪري هن جي ڪم ۾ ڪو شڪ نہ ڪر. پير کان ڪنهن بہ قسم جي ڪشف ڪرامت جي گهر نہ ڪر. معجزن جي طلب ڪافرن ڪئي آهي، اها ڳالهہ ياد رک.

جيڪڏهن پير بابت توکي ڪو دل ۾ اجايو خيال خطرو پيدا ٿئي يا دل ۾ ڪو شڪ شبهو ۽ گمان اچي گهر ڪري تہ ٿوري دير بہ نہ وڃاءِ ۽ فوري طور تي وڃي پيروڻ اهو بيان ڪر. جيڪڏهن دل تان اهوشڪ ۽ گمان دؤر ٿي وڃي تہ صحيح نموني ۾ خدا جو شڪر ادا ڪر؛ پر جيڪڏهن شڪ دؤر نہ ٿئي تہ پاڻ ئي پشيمان ٿي ۽ پاڻ کي قصوروار سمجهہ. پير کي هر طرح ان کان پاڪ سمجهہ. اهڙي طرح جڏهن توکي ننڊ ۾ ڪو خواب يا جاڳندي ڪو واقعو نظر اچي تہ اهو چڱيءَ طرح پير اڳيان بيان ڪر ۽ ان

بابت پير کي سوچ ويچار ۽ فکر ڪرڻ ڏئي ۽ هن کان ان جي اصليت معلوم ڪر[8]، پر جيڪي تنهنجي خيال ۾ اچي سو به پير کي عرض ڪري چو. هن سلسلي ۾ پنهنجي غلطي يا صحيح ڳالھ جو اندازو پير کان پڇي معلوم ڪر. مريد پاڻ وٽ جيڪا نئين ڳالھ يا نئون راز سمجهي ٿو، ان تي ڀروسو نہ ڪري. مطلب تہ پير جي ضرورت کان ٿوري دير لاءِ بہ پري ٿيڻ جو نہ سوچي. استاد يعني شيخ جي اجازت بغير ڪيڏانهن وڃڻ جو خيال بہ نہ ڪري. پير اڳيان ٻين جي ذري برابر تعريف نہ ڪري. ان ۾ ڀيءَ ماءُ، زماني جا استاد ۽ عالم سڀ اچي وڃن ٿا. اهڙيءَ طرح پير جي اڳيان وڏي آواز سان بہ نہ ڳالهاءِ . [9]

پير جي اڳيان وڏو واڪو ڪري يا آواز ڪري نہ ڳالهائڻ گهرجي.

جيڪو ظاهري يا باطني فيض ۽ فائدو توکي ملي تہ اهو سڀ پير کان سمجھ ۽ هن جي پيروي ڪندو رھ، ڀلي اها قبر جي ڳالھ هجي، ڪن ٻين مشائخن جي ڳالھ هجي.

اهڙيءَ طرح پنهنجي پير کان ئي اهو ڄاڻج ۽ ذڪر ڪرڻ ويل اهو ئي گمان رک. پير جو فيض هميشه شيخ يا مرشد جي صورت ۾ ئي ملندو آهي. انهيءَ ۾ ادب ۽ لحاظ جي آزمائش شرط هوندي آهي. انهيءَ ڪري عقلمند تون پنهنجي پير کان انهيءَ جي سڃاڻپ کي هر وقت ياد رک. هن سلسلي ۾ پنهنجي پير ڪانسواءِ ٻي ڪنهن ڏانهن نہ ڏس. شيخ يعني مرشد صورت جو صاحب آهي ۽ هو پڻ تڏهن راضي ٿئي ٿو جڏهن مريد سڀ ڪجھ ان کان سمجهي ٿو ۽ ٻئي کان ڪجھ نٿو ڏسي ۽ پسي.

هن ڪتاب جو اصل مقصد اهو ٻڌائڻ ۽ سمجهائڻ آهي تہ 'الطريقت ڪُلہ ادب' يعني طريقت سمورو ادب آهي. اهو سبق پڙهي چڱيءَ طرح ياد رک.

ادب ڪانسواءِ ڪوبہ الله تائين ڪڏهن ڪونہ پهتو آهي. جيڪو رستي ۾ هلندڙ پاڻ کي بي ادب ڏسندو ۽ مريد مرشد جو ادب ڪونہ ڪندو. اهو ڪيڏو بہ انتظار ۾ ہي محنت ڪندو، پر ڪڏهن بہ هلي ڪونہ پهچندو.

اهڙيءَ صورت ۾ سڀ غلطيون ۽ خطائون پنهنجي طرفان سمجهي، هر حال ۾ پنهنجي غلطي ميڃي ۽ پشيماني محسوس ڪري، فقط ان صورت ۾ اها اميد رکي سگهجي ٿي تہ مولا پاڪ مهربان ٿي، بديون ۽ برايون بخشي ڇڏيندو ۽ امن عافيت سان نوازيندو .

جيڪڏهن ڪو ادب نٿو ڪري ۽ منڊ ڪان ان ڳالهہ کي نٿو سمجهي، تہ اهڙي بي دين بندي کي ان برڪت منجهان ڪو ڀاڱو يا حصو ڪونہ ملندو. ياد رکو ادب ڪانسواءِ اسلام ۾ داخل ٿيڻ جو ٻيو ڪو رستو ڪونهي. ادب ۽ ايمان ڪانسواءِ هتي اچڻ جي ہي ڪا ڳلي يا واهہ ڪونہ آهي.

ابوجهل بلڪل انڌو ٿي ويو هوجو ڪنهن بہ طرح ايمان جي طرف ڪونہ آيو. هن لعنتي شخص پاڪ پيغمبر کي ڏسي بہ هن طرف رخ ڪونہ ڪيو.

چون ٿا تہ مريد جو جيئڻ ۽ مرڻ بہ پير جي هٿ ۾ آهي، انهيءَ عمل کي هن راهہ وارن فنا ۽ بقا ڪوٺيو آهي. هتي مرڻ مان مراد نفس جو فنا ٿيڻ آهي ۽ نہ بدن مان روح نڪرڻ.

جيئن اخلاق اڳيان سڀ ظلم ۽ انڌير ختم يعني فنا ٿي وڃن ٿا.

بقا کي اهڙي زندگي چون ٿا جيڪا هميشه باقي رهي، ان جو مطلب اڳيان گڻ يا عادتون ختم ڪري ہيا گُڻ يا اخلاق وڏي خبرداريءَ سان هٿ ڪرڻا آهن.[10]

تخلّقوا باخلاق الله (يعني الله جي اخلاقن کي اختيار ڪريو) انهيءَ راهہ تي چڱيءَ طرح خيال سان اڳتي وڌندو رهہ .

الشيخ يحيي ويميت (يعني شيخ ۽ مرشد ئي جياري ٿو ۽ ماري ٿو) جي اها ئي معنىٰ ۽ مقصد آهي. باقي ظاهري جيئڻ ۽ مرڻ سان هنن جو ڪو واسطو ناهي.

جيئن درياه جو ڪپر پاڻ ڏانهن ڪک ۽ ڪانن کي گود ۾ ڪندو آهي تيئن مرشد مريدن کي حق ڏانهن ڇڪيندو آهي پوءِ انهن جو تعداد لکن ۾ ڇو نہ هجي. جنهن سالڪ جي قسمت ۾ خوش بختي لکيل هوندي آهي، سو هميشه پير جي پويان لڳندو آهي، هو ڪنهن ڪاني ڪرامت ڪي نہ طلبيندو آهي، پر جيڪو بدبخت هوندو آهي ۽ جنهن جي نصيب ۾ بدبختي آهي، اهو ڀلي پنج سو ڪرامتون ڪٺي ڏسي، پر تڏهن بہ هو پيو رلندو ۽ ڪائنس رنج ۽ تڪليف ڪونہ ويندي

قرآن جي آيت: يَّرَوْا كُلَّ اٰيَةٍ لَّا يُؤْمِنُوْا بِهَا ۭحَتّٰٓى اِذَا جَاۗءُوْكَ يُجَادِلُوْنَكَ يَقُوْلُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اِنْ هٰذَآ اِلَّآ اَسَاطِيْرُ الْاَوَّلِيْنَ. (6 : 25)

(ترجمو: ”جيتوڻيڪ اهي سڀ نشانيون ڏسي بہ ڇڏيندا پر انهن تي اهي هرگز ايمان نہ آڻيندا. ايتريقدر جو جڏهن اهي تو وٽ اچن ٿا تہ توسان خوامخواه جهيڙو ڪن ٿا. بلڪ جن انڪار ڪيو آهي، اهي ائين چون ٿا تہ هي ڪجھ بہ ناهي مگر پراڻيون ڳالهيون ۽ قصا آهن.“)[11]

شال سڀني مؤمنن کي اها طلب ۽ يادگيري نصيب ٿئي، رب پاڪ ڏانهن پنهنجو توجہ ڪن ۽ هن جهان جي سڀني پاسن (گهرجن) کي ترڪ ڪن. طالب ٻن قسمن جا آهن. هڪڙا مراد ٻيا مريد. مراد اهي آهن. جيڪا مولا سائين کي مطلوب (گهربل پسند ڪيل) آهن، يعني ان جا خاص آهن. اهي هميشه وڏي شوق ۽ ذوق سان هلن ٿا، ڇو تہ ڪين هاديءَ جي هدايت حاصل آهي. اهي رب پاڪ جي خلوت جا خاص ٿيل آهن، ڇو تہ اهي وٽس قبول ٿيل ٻانها آهن. انهن کي ادب سيکاريندڙ رب پاڪ پاڻ آهي.

اهي جيتوڻيڪ طريقت جي رستي تي ظاهري طور پير وٺن ٿا، پر حقيقت ۾ مولا پاڪ پاڻ ڏانهن سندن رهنمائي ڪندڙ آهي ۽ اهو ئي ڪين هدايت ڏئي ٿو. هو رب پاڪ جا خاص الخاص آهن، ڇو جو پاڻ سندن خصوصي تربيت ڪري ٿو. هنن ڪان جيڪڏهن ڪا غلطي ٿئي ٿي تہ

مالڪ سائين ڪين پاڻ خبردار ڪري ٿو. هو ڪين توبہ جي توفيق ڏئي ٿو ۽ سندن سيئي بڇڙايون ۽ برايون ميٽي ڇڏي ٿو. مولا پاڪ پاڻ سندن مرشد ۽ رهبر آهي. اهوئي ڪين هر وقت ڏس پيو ڏئي تہ هيئن ڪريو.[12]

قرآن جي آيت: الله يجتبى اليه من يشاء (13 : 42) (معنىٰ الله تعالىٰ ان جو انتخاب ڪري ٿو جنهن ڪي هو گهري ٿو.)

بيشڪ اهو ئي انهن لاءِ حد نگاهہ کان زياده ڪيترين راهون کولي ٿو.

مريد اهو آهي جيڪو پاڻ محنت ڪري ٿو ۽ پين واٽ ويندڙن کان پڇا ڳاڇا ڪري ٿو. هو پنهنجي پير اڳيان پوري محنت ۽ سچائي سان اٿي ويهي ٿو تہ جيئن هدايت حاصل ڪري.

مرشد ڪي مراد سمجهڻ ئي وڌيڪ بهتر آهي ۽ مريد ان کانپوءِ اچي ٿو. مريد ڪي مولا ڏانهن هدايت تڏهن حاصل ٿئي ٿي.

قرآن جي آيت: ويهدي اليه من ينيب (13 : 42) (رستو ڏيکاري ٿو پاڻ ڏانهن ان ڪي جيڪو موٽي ٿو.)

موجب جڏهن اها ڳالهہ سمجهندو تہ اڳتي وڌندو. مريدن جا وري ٻہ قسم آهن جيڪي رب پاڪ ڪي ويجها آهن. هڪڙا مجذوب سالڪ ۽ ٻيا سالڪ مجذوب. مجذوب سالڪ اهو آهي، جيڪو الله وٽ قبول ٿي چڪو آهي. هن ڪي جڏهن شوق جاڳائي ٿو تہ عشق جي واٽ وٺي ٿو ۽ پوءِ اندر ۾ هلچل پيدا ٿيڻ سبب نبي ڪريم ﷺ ڏانهن لاڙو رکي ٿو.

هو الله ڪي هڪ وسيلو سمجهي محمد ﷺ تي ايمان آڻي ٿو ۽ هن ڪي خدا جو خاص خلقيل ۽ پيغمبر سمجهي ٿو. [13] هن ڪي ئي جنت جو سردار ڄاڻي ٿو جيڪو سندس سام جهليندو. حق جي خاطر هو شريعت ڪي قبول ڪري ٿو. ان سان گڏ طريقت اختيار ڪري حقيقت ڏانهن هلي ٿو: ليڪن هن ڪي اندر ۾ پنهنجي ليکي عشق جي اڃ ناهي. نڪو هن جي وجود ۾ اها باهہ ۽ آڳ آهي جيڪا ڪيس تڙپائي. البت هو ڪامل ۽ نيڪ

انسانن واريون خصلتون اختيار ڪري ٿو. تاهم قرب، ڪرامتن ۽ خاص خبرن جي ويجهو نٿو وڃي، پر ساڳئي وقت دين جا مسئلا خوب سمجهي ٿو ۽ ڪتابن ۾ قصا چڱيءَ طرح پڙهي ۽ ٻڌي ٿو. قرآن ۽ ان جي تفسير جي به ڄاڻ حاصل ڪري ٿو.ائين نبي پاڪ جي حديثن ۽ ٻين نبين جي قصن بابت به ڄاڻ رکي ٿو.اوليائن جي ادب ۽ دانائي جي ڳالهين ڏانهن به توجہ ڪري ٿو.[14]

انهن ڳالهين ۽ قصن مان هن جي دل ۾ جوش ۽ جذبو جاڳي ٿو پوءِ ۽ سندس سيني ۾ محبت جو مچ ٻرڻ لڳي ٿو، ان جي ڪري جلدئي هن جي اندر ۾ شريعت جو درد ۽ سورجاڳي پوي ٿو. ان ڪي الله جا اولياء سالڪ مجذوب چون ٿا.

اهڙو سالڪ پڻ الله تعالىٰ جي ويجهن مقربن مان ٿي پوي ٿو. اهو پلي آسمان ۾ هجي يا عرش تي ڪٿي هجي يا هيٺ ڌرتيءَ تي هجي: پر اهو ڌرتيءَ تي سڀني کان بهتر آهي ۽ آسمان کان وڌيڪ اوچو آهي.

اي ذڪر ڪندڙ انسان، ذڪر کي ڪرامت جو ڪونئرو يا ڪوزو سمجھ. دل مان سڀ خوف خطرا ڪڍي ان کي پاڪ ۽ صاف رک. چپ چپ سان ملائي، ڏند ڏند تي رکي، وات کي بند ڪر. ان سان گڏ پنهنجي زبان کي تارونءَ سان لائي نڪ مان ساهه کڻ. تڏهن سيني جي کاٻي طرف (جيڏانهن دل آهي) ڌيان ڪري ذڪر شروع ڪر. بلڪ ڪٻي ٻبيءَ هيئنان وڏي حب سان قلبي ذڪر جو آغاز ڪر. ائين الله جو اسم مبارڪ ڪٿي هر هر دل جي شوق سان اهي لفظ ورجاءِ. اسم الله جو چوڻ وقت ذات بيچون جو تصور ڪر. صفات تي نظر ڪر پر پوءِ اڳتي وڌي 'ذات' کي پنهنجو مقصد بناءِ.[15]

توکي کپي تہ اٿندي ويهندي هر پل هر گهڙيءَ. کائيندي پيئندي، جاڳندي سمهندي، هلندي ڦرندي مطلب تہ هر حال ۾ پنهنجي اصلي مددگار يعني رب پاڪ کي ياد ڪرين. مولا سائين توتي رحمتون

ڪندڙ آهي. هن کي تون هڪ لمحي لاءِ بہ نہ وسار، هو توکي ڪڏهن نٿو وساري.

اي سست انسان ڪهڙو بہ وقت هجي سٺو يا خراب تون ان اڪيلي مالڪ سائين کي ڪيئن ٿو وسارين. هٿ پيلي ڪنهن ڪم ۾ هجن ۽ پير پنڌ ۾ مشغول هجن، ڪن ڪنهن ڳالهہ ٻڌڻ ۾ لڳل هجن ۽ نڪ ڪنهن شيءِ جي سنگهڻ ۾، پر اهڙي حال ۾ بہ دل کي ذڪر کانسواءِ ٻي ڪا مشغولي نہ هجڻ کپي. تون پنهنجي اندر ۾ هر وقت الله کي ياد پيو ڪر ۽ پيو هر قسم جو ذڪر ڇڏي ڏي. جيئن جيئن تنهنجو ذڪر زور وٺندو تيئن تون طريقت تي گامزن ٿيندين ۽ جڏهن اهو ذڪر دل کي قابوڪري تہ تون حقيقت جي ويجهو پهچي ويندين.[ 16]اي سالڪ تڏهن تو کي گهرجي تہ حق کي ياد ڪرين ۽ پاڻ کي وساري ڇڏين. اهڙي وقت تون ڪجهہ نہ هجڻ (فنا) ڏانهن وڌندو رهہ ۽ پاڻ کي ڪجهہ نہ سمجهي عمل ڪندو رهہ. اهو سمجهہ تہ هئڻ (باقي رهڻ) الله تعالیٰ جي امانت يعني فقط هن لاءِ آهي. جيڪا ان مالڪ جي لاءِ رکيل آهي ۽ اهو سبق ياد رک.

قرآن پاڪ جي آيت:

**ان الله يا مرکم ان تؤد و الامانات الى اهلها** (58 : 4) (بيشڪ الله تعالیٰ حڪم ڪري ٿو تہ امانتون جيڪي ان جا اهل آهن انهن کي موٽايو).

هن آيت ۾ اها ئي سمنڊ جهڙي گهري حقيقت جو ذڪر آهي، اها ذات ڪنهن بہ قسم جي شرڪ کان پاڪ آهي ۽ ان جو ڪو شريڪ ناهي، صفتن ۾ توڙي فعلن يعني ڪمن ۾. اهڙيءَ طرح مخلوق جي هن سان نسبت ۽ اضافت نہ آهي، پوءِ پيلي اهي نبي يا رسول هجن يا ڪٿي اولوالعزم پيغمبر هجن.

قرآن جي آيت : والله الغنيّ وانتم الفقراء (38 : 47) (الله بي نياز آهي ۽ توهان ئي گهرجائو آهيو) کي چڱيءَ طرح ٻڌي ڇڏيو.

ہي آيت : ان الله غني عن العالمين(12 : 31) (يعني بيشڪ الله سيني جهانن کان بيپرواھ آهي).

انسان جي قلب کي حضرت آدم جي قدم هيٺ چون ٿا.[ 17]

جڏهن ذڪر ڪندڙ قلب جي ذڪر جو پهريون سبق شروع ڪن ٿا ۽ دعا پڙهي ان جو ثواب حضرت آدم صفي الله جي حوالي ڪن ٿا ۽ ان سان گڏ جڏهن ٻانهي جا پنهنجا فعل بلڪل فنا ٿي وڃن ٿا، تڏهن ان ٻانهي ۾ الله تعالىٰ جا افعال تجلي ڪن ٿا. پوءِ هو پنهنجي نفس کي وساري ويهي ٿو بلڪ وچ ۾ ڪو غير رهي ئي ڪونہ ٿو. ان حالت ۾ هو قلب جي نزديڪ بہ ڪونہ ٿو اچي جيتوڻيڪ اهو هر هر ياد پيو ڪريس. ان وقت قلب ۾ جيڪا تجلي اچي ٿي ان جو رنگ هيڊو يا پيلو ٿئي ٿو. ان جو مطلب تہ هو تڏهن قلبي فنا ۾ ڪامياب ٿيو آهي.

ان کان بعد سالڪ کي روح جو سبق ونڌو آهي جنهن مطابق هن کي سڄي ٻبي هيٺان ذاتي ذڪر جو آغاز ڪرڻو آهي. تڏهن هو پنهنجا سيئي ساھ پساھ جيڪي ڪٽي ٿو ڏٽي جي حوالي ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح جڏهن اهو ذڪر وڌندو وڌندو وڃي روح تائين پهچي ٿو تہ ان وقت هو جيتوڻيڪ گهٽو پري پئجي ويندو آهي پر جدائي محسوس نہ ڪندو آهي. بلڪ تڏهن ڪيس گهرجي تہ حق جون ائئي صفتون اَمانت سمجهي هن جي حوالي ڪري. اهي صفتون آهن حيات، قدرت، علم، سمع، بصر، ارادو، ڪلام ۽ تڪوين (خلقڻ)[18]

حيات معنىٰ جيئڻ يا زندگي ۽ قدرت معنىٰ سگهہ يا طاقت، علم ڄاڻ کي چون ٿا ۽ سمع ٻڌڻ يا سڻڻ. بصر ڏسڻ کي ۽ ارادو وڌڻ يا اسرڻ. تيئن ڪلام ڳالهائڻ کي ۽ تڪوين جوڙڻ يا ٺاهڻ کي چون ٿا. جڏهن سالڪ کان اهي سڀ صفتون و سرن ٿيون تہ هو فاني ٿيو پوي. هو پنهنجو پاڻ کي پاڻ کان الڳ ڪري ٿو ۽ پاڻ کي مالڪ جي حوالي ڪري ٿو. تڏهن هن جي روح ۾ ڳاڙهي رنگ جي تجلي ظاهر ٿئي ٿي ۽ روح جي فنا ٿيڻ

جي اها ئي راهہ آهي. اهو سبق (لطيفو) حضرت ابراهيم ؑ جهڙي باهمت ۽ وڏي نبيءَ جي قدم هيٺ آهي. اها ڳالهه سمجهي پوءِ پنهنجي مالڪ سائين کان دعا گهر ۽ نبي ڪريم ﷺ جن تي صلوات پڙهي ثواب موڪل ۽ نوح نبي ۽ ابراهيم خليل الله ڏانهن سلام موڪل.

ٽيون سبق سِرّ جو آهي جيڪو سڄي پاسي کان پڙهڻ شروع ڪر ۽ سڄي ٻُبي جي مٿان اهو ذاتي ذڪر ڪر. ائين جيڪو لازم آهي اهو ضرور ادا ڪر ۽ هٿان نہ وڃاءِ.[19]

اتي تجليات جو رنگ اڇو ٿئي ٿو، ليڪن ذاتي تجلي پردي پٺيان هوندي آهي. اتي حضرت ذات جو حجاب وجودي شيون آهن. پر حق جون وجودي وصفون سرگرميءَ سان جلوا پيون ڪنديون آهن. مگر ان جي خبر صرف سمجهہ وارن کي پوندي آهي. باقي ٻين کي ڪا خبر نہ پوندي آهي. اي ڪامياب سالڪ، سرّ جي فنا جو اهو ئي وڏو نشان ۽ علامت آهي. سرّ (لطيفو) حضرت موسىٰ ڪليم الله جي قدم هيٺان آهي. ان ڪري اي سالڪ حضرت موسىٰ لاءِ صلواتون ۽ سلام موڪل.

چوٿون ذڪر خفيءَ جو آهي، جنهن کي خبرداريءَ سان پڙهڻ گهرجي. ان ذاتي ذڪرسان پنهنجا هر قسم جا وهم ۽ وسوسا وساري ڇڏ.[20] اهو خفيءَ جو ذڪر کاٻي ٻُبيءَ جي مٿان لنگهي ان کي لازم ڪر ۽ ان طرح الله کي ويهي ياد ڪر. پردي جي پٺيان ان ذات جي تجلي آهي ۽ اتي حضرت ذات جو حجاب سلبي شان سڏجي ٿو. **من لم يذق لم يدر** (يعني جنهن چکيو ناهي ان کي کهڙي خبر).

ان ڪانسواءِ ٻيو ڪونہ سمجهندو.

خفيءَ جي نورجي تجلي ڪاري رنگ جي هوندي آهي. ساڳيءَ ريت خفيءَ جي فنا جي پڻ اهڙي علامت آهي.

خفيءَ جي مٿان حضرت عيسىٰ عليه السلام جو قدم چون ٿا. ان ڪري صلوات ۽ سلام حضرت عيسىٰ عليه السلام کي موڪلڻ گهرجن.

پنجون سبق اخفىٰ (لطيفي) جو آهي جيڪو خيال سان سکڻ گهرجي. اهو ذڪر سيني جي وچ مان اُٿڻ گهرجي ۽ ذڪر ڪندڙ کي اهڙي تيزيءَ سان ذڪر ڪرڻ گهرجي جيئن هي هر شيءِ کي وساري ويهي. اتي ذات جي جيڪا تجلي ٿئي ٿي، اها بغير پردي جي آهي، جيئن هڪ حديث قدسيءَ ۾ ٻڌايو ويو آهي:[21]

وفي الا خفى انا (يعني اخفى جي اندر آءٌ پاڻ آهيان)

ان جي باري ۾ لکن ٿا تہ اهو احمدي قدم هيٺ آهي. ان ڪري عاشق کي هن مقام جي وسيلي وسعت جو اندازو هئڻ گهرجي. محبت جي ان ميدان ۾ همت درڪار آهي، جتي ان حبيب جي پويان سڀ انبياء ۽ اولياء هوندا. انهن ۾ اولي العزم نبي ۽ رسول بہ شامل هوندا، جيڪي اڳيئي وٽس مقبول هوندا. اهي احمد ڄام يعني رسول الله ﷺ جي اوبر سبب سڀ خاص خوش ٿيل آهن ڇو تہ ان شافع شفيع جي ڪري تہ نالائق بہ نوازجي ويندا. دراصل زمين آسمان، عرش ڪرسي، لوح قلم، هر زمانو، جن، انسان، عرب ۽ عجم سڀئي ان سردار ۽ عربي گهوٽ جا سوالي آهن.

’وڏيڪ پلن ۾ پلو‘ جي حساب سان خدا سوالين کي خالي ڇڏڻ وارو نہ آهي. پيغمبر ﷺ جا هٿ مبارڪ برڪت ۽ پلائي وارا آهن. هن سهڻي گهوٽ جي ڪري سمورو جهان عطر عنبير جي خوشبوءِ سان مهڪي ويو. سيني کي محمد ﷺ ۾ اميد ۽ آسرو آهي. سڀ پڙهيل ڳڙهيل عالم اڪابر هن جي محبت مان رڱيل آهن. اهي سڀ فقير ۽ ضرورتمند بنجي پيا ڏانهس اچن.[22]

قرآن جي آيت:

يدخلون في دين الله افواجا (2 : 110) (اهي ٽولن جا ٽولا الله جي دين ۾ داخل ٿيڻ وارا آهن.)

موجب وڏي تعداد ۾ دين ۾ داخل پيا ٿين

انهيءَ سهڻي سردار جي ڪري رحمت جو وڏڦڙو مينهن وسي پيو. هن جي ڪري ڪفر جي ڪاري رات پڇاڙيءَ تي پهتي ۽ روشني پري تائين پکڙجي پيئي. هن جي نبوت جو ڏاڪو هر طرف ۽ هر هنڌ وڏي آواز سان پڙاڏو ڪري پهچي ويو. جيڪي جدائي ۽ غم جا زخم هئا، سي سڀ پرجي صحيح ٿي ويا.

هاءِ افسوس، آءٌ هن حبيب جي ڪهڙي تعريف ڪري سگهان ٿو: آهي ڪو جو مونکي هن عظيم انسان جي ڪا پوري وصف يا صفت سمجهائي سگهي. هو مولا جو محبوب آهي ۽ مولا پاڪ سندن محب آهي، بلڪ اهو ان انسان جو بہ محب آهي جيڪو هن سان محبت ڪري ٿو. جيئن ارشاد خداوندي آهي:[23]

قل ان كنتم تحبّون الله فا تبعوني يحببكم الله (3 : 31) (چوءِ، جيڪڏهن توهان الله سان محبت رکڻ گهرو ٿا تہ منهنجي تابعداري ڪريو تہ الله توهان سان محبت ڪندو.)

الله سائين اها ئي آخري سچائي پڌائي آهي

پيغمبر اسلام جي وصفن بابت هي عاجز هن ڪتاب ۾ ڪهڙي تعريف ڪري سگهي ٿو.

اسان جيڪي بلڪل نالائق ۽ نااهل آهيون، تن ڪان اهو جلدي جواب پڌ تہ هن سڳوري سردار جي مالڪ مختار ڪانسواءِ ٻيو ڪوئي پوري تعريف نٿو ڪري سگهي. هن جي باري ۾:

انا احمد بلا ميم (آءٌ احمد بغير ميم (احد) آهيان)

واري حقيقت کي ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪر.

اخفیٰ جي تجلي جو رنگ سائو ٿئي ٿو ۽ اها ڳالهہ سمجھ. اها ذات جي تجلي آهي، ان جو اهو ئي نشان آهي. هن سرور ڄام سڳوري ﷺ جي پيدا ٿيڻ بعد اهو سيني رنگن ۾ اوچو رنگ آهي. پيغمبر ﷺ جي پاڪ پوشاڪ ان رنگ جي هئي. ان ڪري سيني تي اهو ئي رنگ سونهي ٿو. محمد ﷺ جي اهائي خلعت يا پهراڻ هو. هن ڪريم شخص جو قدم

سجاڻي ان کي مضبوط پڪڙ. اي عقلمند شريعت جو پورو سبق وٺي ان تي هلندو هل.[24] اهو سمجهي ڇڏ تہ هن شفاعت ڪندڙجي شريعت کانسواءِ ٻي ڪاميابيءَ جي ڪا راهہ ڪونهي. انهيءَ دوست جي دامن کانسواءِ ٻئي ڪنهن ڏانهن نگاهہ ڪٿي نہ ڏسجاءِ. خدا پڻ هن کي خليفو ڪري موڪليو آهي ۽ هو پاڻ ئي سندس پٺيرائي ڪندڙ آهي. تڏهن تہ هن پنهنجي پياري حبيب جي حڪم کي پنهنجو حڪم ڪوٺيو آهي. انهيءَ ڪري قرآن ۾

اطيعوالله واطيعوالرسول (59 : 4) (الله جي تابعداري ڪريو ۽ رسول جي پيروي ڪريو) ۾ اهو ئي حڪم ٿيل آهي.

اي سالڪ! جيڪڏهن تون اها ڳالهہ نہ سمجهي آهي تہ پوءِ ڪنهن پڙهيل يعني عالم کان وڃي پڇا ڪر.

هن ڪريم انسان جي هر ڳالهہ تي عمل ڪريو ۽ ان باري ۾ ڪجهہ نہ چئجو. هن جون جيڪي بہ سنتون آهن، انهن سڀني تي چڱيءَ طرح عمل ڪجو. پڙهيل پرهيزگارن کان پڇي پوريءَ ريت انهن تي عمل پيرا ٿيو. اجايون ٻيون هٺ جون ٺاهيل ڳالهيون ڇڏي، سڌي سنئين راهہ تي هلجو.

هيڪر جڏهن توهان پنهنجو منهن محمد ﷺ ڏانهن ڪري ڇڏيو، تہ پوءِ وري ٻئي ڪنهن طرف نگاهہ ڪٿي نہ ڏسجو.

ائين توهان الله تعالىٰ جي نزديڪ پهچي ويندا ۽ پوءِ اهو توهان جو يار ۽ مددگار آهي.[25] تڏهن تون رات ڏينهن سردارن جي سردار تي روح وچان صلواتون پيو پڙهہ ۽ انهن جو ثواب سندس حوالي پيو ڪر. ائين پنهنجي نينهن کي هر وقت پيو نئون ڪر. هر نئين سج اُڀرڻ سان هن لاءِ دل ۾ محبت جو نئون مچ ٻار ۽ پنهنجي پوري تن بدن ۾ نئون جوش ۽ ولولو پيدا ڪر.

اهو وقت آهي جڏهن اخفىٰ ( لطيفو) فاني ٿي وڃي ٿو. تڏهن اهو مالڪ سائين ان کي بقا بخشي ٿو. اي راهہ جا سالڪ! اتي عالم امر جا پنج لطيفا (قلب، روح، سر، خفي يا اخفىٰ پورا ٿين ٿا.

انهن ۾ ’سَيرا نفُسِي‘ بہ آهي ۽ انهن کي ’جواهر خمسہ‘ يعني پنج جواهر بہ چون ٿا. آفاقي سير ۾ بہ ان جا اصول آهن ۽ انهن مان هر هڪ اصل سان گڏ آهي. قلب جو اصل وري نفس کي چيو اٿن.

عارف جي اصل روح کي پاڻي رب پاڪ پاڻ ڏنو آهي. جيڪي واصل آهن، تن کي سرّ جو اصلي راز بہ پاڻ مالڪ ٻڌايو آهي؛ پر جيڪي اصل جا خائف آهن، تن جو منهن منڪرن وانگي آهي. درحقيقت مٽيءَ کي مالڪ سائين اخفىٰ جو اصل ٻڌايو آهي، سيني عناصرن ۾ پاڪ ۽ پلي مٽي خاڪ کي چون ٿا. ان حقيقت جي پيش نظر محمّدي طريقي وارن ان جي تعريف ڪئي آهي. ان کي ڪسبي ولايت کان ڪدي وهبي ولايت ۾ آڻين ٿا. ڪيترا ولي خدا جي قلب منجهان واصل ٿين ٿا.[26] پر ڪن کي وري روح جي روشنيءَ سان ولايت ملي ٿي. گهڻا صوفي وري سِرّ مان وصل ٿين ٿا. ڪي وري جيڪي ولايت جا واصل آهن، پر اهي خاص خفي ۾ آهن. پر ڪي ولي اهڙا آهن، جيڪي سير ڪندي اخصّ اخفىٰ ۾ پهچن ٿا. پهرين آدمي جو مشرب رب تڪوين وارو آهي.[27] ٻئي جو مشرب خليلي آهي، جيڪو گرمي جي لحاظ کان پرتمڪين يعني عزت وارو آهي. هن جو رب حيات ئي حيات آهي، پر ڪي ان کي جزئي علم سڏين ٿا. الله ئي ڄاڻي ٿو ۽ علم وارو ڪري ٿو، اهو ئي هدايت ڏيندڙ ۽ حليم آهي. ٽئين جو مشرب موسوي آهي، جنهن سان رب پاڪ پاڻ ڪلام ڪيو هو.

چوٿين جو مشرب عيسوي آهي، جو قدرت واري ائين چيو آهي. پنجون مشرب محمدي آهي، جيئن پاڪ پروردگار پاڻ چيو آهي. اهو ئي پاڪ ذات ۽ سيني جو مالڪ الملڪ آهي. اتي ذاتي ذاڪر جيڪو دماغ سان واسطو رکي ٿو، ان جو آغاز ڪر. چئن عنصرن کان علاوه پنجون نفسي کي سمجهن ٿا. بقايا نفس ۽ عناصرن جي، پاسي ڪر. اهي وجود کي وڃائڻ سان فنا ٿي وڃن ٿا. ڪين نفيءَ جي تيز تلوار وڍي وجهي ٿي. نفيءَ جي ميدان مان گذرڻ کان پوءِ هو اثبات ۾ اچن ٿا.

سالڪ! پنهنجو ساهه ناف يعني دن وٽ روڪي رک. 'لا' کي اتان ڪڍي يعني ڇڪي تارونءَ تائين ڪٽي اچ، پر ان جي ناهه جي معنىٰ روح ۾ اندر رک.[28] تارونءَ ڪانپوءِ ان کي ساڄي ڪلهي جي طرف ڪٽي اچ. ٻانهپ جي معنىٰ کي انَ آڏو رکي نگراني ڪر. ڪاٻي ڪلهي ڪان پوءِ 'الاالله' کي دل ۾ رکڻ جي ڪوشش ڪر. ليڪن ذات بيچون يا بي ڪيف کي دل جي اندر ضرور رک. 'بيچون' ان کي ٿا چون جنهن جهڙو ٻيو ڪوئي ڪونهي.

قرآن جي آيت' ليس ڪمثله شيءُ' (11 : 42) (هن جهڙي ٻي ڪا شيءِ ڪونهي.) کي چڱيءَ طرح ٻڌ ۽ سمجهه.

هر ڪنهن ساهه کي اونهو ڪٽي پوءِ ڇوڙ جي ڪوشش ڪر. جيڪو ٻهرين مرتبي بابت پڇي ان کي هڪڙوئي ڇئي ٻڌاءِ. ان ڪانپوءِ خيال پوڻ سان ساهه کي اتي نه پڄاءِ جڏهن ساهه بند ٿيڻ لڳي، ته اتي اڪي انگ ياد رک.[29]

انّ الله وترُيحب الوتر (بيشڪ الله اڪيلو آهي اڪيلائيءَ کي پسند ڪري ٿو.) وارو اصول ياد رک.

مطلب ٽي يا پنج، ست يا نو، يارهن يا تيرهن، پندرهن يا سترهن، اوڻويهه يا ايڪويهه، انهن انگن مطابق ساهه ڪڻڻ جي ڪوشش ڪر. ليڪن ساهه ڪڻندي ' ياد داشت' واري اصول کي ياد ڪر. اها دعا گهر يا الاهي، آءٌ تنهنجي رضا گهران ٿو ۽ ان جي اندر ساهه ڪٽان ٿو. اي ذاڪر انهيءَ ذڪر ڪندي نفي ڪر ۽ سموري مخلوق کي 'لا' سين نفي ڪر، جنهن ۾ پينر، ڏيئون، زال، ماءُ، پيءُ، مٽ مائٽ، ڪائڻ پيئڻ، ڪپڙو لٽو، گهر تڙ، نوڪر چاڪر سڀ شامل آهن. اٿين سڀ اوچا محل ۽ ماڙيون ۽ باغ بستان وغيره به ان ۾ اچي وڃن ٿا.

ساڳيءَ ريت سون چاندي، سنگتي ساٿي، موتي ۽ قيمتي جوهر، آسمان ۽ زمين، گهر گهاٽ، گل ڦل، مطلب جيڪي ڪجهه جهان ۾ آهي ۽

خالق خلقيو آهي. جيڪي ڪجھ ڏسڻ ۾ ٿو اچي يا ڪنن سان ٻڌڻ ۾ ٿو اچي، جيڪي سڃاڻڻ ۾ ٿو اچي يا اسان جي وهم گمان ۾ اچي سگھي ٿو[30]. اسان جي خواب خيال ۾ آهي يا عقل جي ڊوڙ اوستائين وڃي ٿي. اهڙيءَ طرح ظاهر يا باطن ، چوڻ يا ڪرڻ، تنهنجو وجود يا صفتون، هٿ جا ڪم ڪار يا محض خيال ۽ خطرا جيڪي تنهنجي اندر ۾ آهن يا توکان ٻاهر آهن. الله جي ذات کان سواءِ جيڪي ڪجھ آهي سڀ جي 'لا' يعني نفي ڪر. اها ذات جيڪا لا شريڪ آهي، ان ۾ ڪو شڪ نہ ڪر. هن کي هيڪڙو ڪري ڄاڻ ۽ سڃاڻ. اهي سڀ واسطا ۽ لڳ لاڳاپا ختم ڪري، دل کي مولا جي حوالي ڪر.

پر جنهن جي دل ۾ ٿورو ذرو بہ خواهشن جو باقي بچي ٿو، تنهن کي موّحد نہ سمجھ بلڪ اهو هر لحاظ کان مشرڪ ٿي آهي. اهڙي طرح جنهن جي من ۾ اڇا ڪا مراد يا مقصد ان ڪانسواءِ ٻيو ڪو رهجي وڃي، تہ اهو بہ ايمان کان پري سمجھ ۽ سراسر ڪفر جي ڪڌ ۾ ڪريل سمجھ.[31]

پر جنهن جي سيني ۾ ڪا ننڍي وڏي خواهش رهجي ويندي، تہ اهو اسلام کان پري پئجي ويندو ۽ مرتد ٿيڻ جي ويجهو هوندو. ان کي اسلام حقيقي چون ٿا ۽ اهڙي شرڪ کي شرڪ خفي چون ٿا.

اي مالڪ سائين: اسان کي خفي توڙي جلي (ظاهري) عشق کان آزاد ڪر. اسان جي سيني کي اهڙيءَ طرح ڪول جيئن اسلام حقيقيءَ کان مشرف ٿيون. اسان ان آيت مبارڪ:

**يا ايها الذين آمنوٰ آمِنوا** (4 : 136) (معنیٰ: اي ايمان وارو! پوريءَ طرح ايمان آڻيو). مطابق ٻيهر ايمان آڻڻ جي توفيق عطا فرمائي

**اسئلك ايمانا ليس بعده كفر** (اي الله! آءٌ توکان اهو ايمان گھران ٿو، جنهن کان بعد ڪو ڪفر ڪونهي.)

ان هنڌ تي پهچي ذڪر ڪندڙ کي ذڪر کان بس ڪرڻ گهرجي. اي سالڪ سرّي لطيفي جو ان لحاظ سان هر وقت بندوبست رک. 'الله معی' (الله مون

سان گڏ آهي) جو ورد هميشه جاري رک. 'الله معي' (الله مون ساڻ آهي) کي هر وقت خيال ۾ رک. پنهنجي سيني عضون ۾ اهو ئي فڪر جاري رک. ڏينهن رات جي هر گهڙيءَ ۽ هر پل ۾ حق سان گڏ هجڻ جو جتن ڪر.[32]

تڏهن تون پاڻ فڪر ۾ مشغول رهه ۽ نفيءَ جو ورد ڪر. تون غير کي قلب مان ڪڍي صرف ذات پاڪ جي گهُر ڪر.

قرآن جي آيت :

وفي انفسكم افلا تبصرون (21 : 51) (پوءِ توهان پ پنهنجي اندر ۾ ڇو نٿا ڏسو؟)

يعني توهان جي اندر ۾ جيڪي نشانيون آهن، سي ڇو نٿا ڏسو؟ اهي وحدانيت جون نو لک نشانيون جهاتي پائي پيا ڏسن.

قرآن جي آيت:

لو كان فيهما آلهة الا الله لفسدتا (22 : 21) (جيڪڏهن ٻنهي ۾ آسمان ۽ زمين ۾ گهڻا خدا هجن ها الله کانسواءِ ته ضرور فساد پيدا ٿئي ها).

موجب اهي انهن ڏکين لکن مان لنگهي ٿا وڃن. اي مؤمن! ذڪر فڪر سان گڏ مراقبو ڪري گذارج. انهيءَ اوسيئڙي ۽ انتظار ۾ ظاهري توڙي باطني حواسن کي مشغول رک.

كان رسول الله متواصل الحزن ودائم الفكر (رسول الله هميشه غم ۽ فڪر جي حالت ۾ هوندا هئا) واري ڳالهه کي سمجھ.[33]

اي فڪر ڪرڻ وارا! هميشه پنهنجا پويان پساهه انهيءَ فڪر ۾ گذارج جيڪي ولايت صغرىٰ جا واصل يا پهتل آهن. انهن جو اهو ئي مذڪور آهي. البت نبين جي ولايت ڪبرىٰ ان کانپوءِ رکيل آهي. ان کان مٿي ولايت عليا آهي، جيڪا ملاء اعلي ۾ آهي. اتي صرف ملائڪ مقرب آهن، جيڪي زال مڙس جي جنس کان پاڪ آهن. انهن ٽن ولايتن جو بيان انسانن وارو آهي جيڪو صرف انهن تائين محدود آهي. پر عارفن تي انهن

ڪمالات جو فضل شروع ٿئي ٿو، پوءِ جيڪي ان ڪسب ۾ ڪمال تي پهتا، تہ اهي اصلاح ڏانهن وڌڻ لڳن ٿا.

بهرحال مون انهن مقامن جي تفصيل بجاءِ اختصار کان ڪم ورتو آهي. ڪوبہ صوفي صحبت کانسواءِ ڪمال تي نہ پهتو آهي ۽ نہ ڪامل ٿيو آهي.

مرشد جي مجلس ۾ مريد ائين هوندو آهي، ڄڻ هجي ئي نہ! ان ڪري تہ جيئن شيخ جي صورت بابت ڪا خطا نہ ڪري. اٿڻ ويهڻ، هلڻ ۽ گهمڻ وقت پنهنجي دل کي مرشد وٽ حاضر رکي بلڪ رات ڏينهن پنهنجي روح کي ان حالت ۾ رکي.[34] جيڪڏهن مريض جي ملاحظي ۾ مرشد جي صورت سالم نہ آهي، تہ پنهنجي وجود جو ڏوهہ سمجهي ۽ پنهنجا ڪم صحيح نہ سمجهي. پنهنجي دل کي هڪ جاءِ ڪري ۽ ڏوهہ پنهنجي وجود جو سمجهي. ان صورت ۾ جلدي توبہ تائب ٿي صحيح راهہ ڏانهن اچي. اي سالڪ! جيڪڏهن توکي پنهنجو تازو ڪيل گناهہ سُجهي ٿو، تہ انهن ڏوهن کان مڙي جلدي توبہ ڪري وٺ. تون پاڻ هر طرح پشيمان ٿيءُ پاڻ کي برو بڇڙو سمجهہ. تون ڀلائي جو بهتان ڪٽي ماڳ تي موٽي اچجانءِ. طاعت تي تهمت رکي پاڻ کي بيوقوف نہ ڀانئجانءِ. اهڙي وقت ۾ شيخ جي صورت ظاهر ٿئي ٿي، جنهن ڪري باري تعالیٰ ٻانهن جون برايون ۽ بڇڙايون معاف ڪري ٿو. تڏهن مريد پاڻ ۾ گڏجن ٿا تہ اڳي کان وڌيڪ هڪ ٻئي سان محبت ڪن ٿا.

جيئن قرآن جي آيت

اشدآءُ علي الڪفار رحمآءُ بينهم (29 : 48) (اهي ڪافرن تي سخت آهن، پر پاڻ ۾ مهربان آهن).[35]

صحابين جي سنت موجب هلن ٿا.

اهي پاڻ ۾ وڏي ميٺ محبت سان گذارين ٿا پر غيرن سان ڪونہ ٿي لڳين. هو هڪٻئي سان مدد ۽ تعاون ڪن ٿا جڏهن هو راهہ ويندڙ آهن.

قرآن جي آيت: وتعاونواعلي البّروالتقوى (2: 6) (اهي نيڪي ۽ چڱائي بابت هڪ ٻئي سان تعاون ڪن ٿا).

تي چڱيءَ ريت عمل ڪن ٿا. اهي اسلام جي دشمنن کي چڱو ڪونہ ٿا سمجهن.

قرآن جي آيت الله ولاتعاونوا على الاثم والعدوان (2: 5) (اهي برائي ۽ بڇڙائي بابت تعاون نٿا ڪن. موجب هو بُرن سان هرگز مددگار نٿا ٿين.)

قرآن جي آيت جاهدالكفاروالمنافقين واغلظ عليهم (9: 66) (ڪافرن ۽ منافقن سان جنگ ڪر ۽ مٿن سختي ڪر.)

موجب دين جي دشمنن کي ڌڪارين ٿا. اخوانا علي سُررمتقابلين (الحجرات ١٥: ٤٩) (هو هڪٻئي جا ڀاءُ بنجي تختن تي هڪٻئي جي سامهون ويٺل هوندا آهن).

هو پروردگار جي پاڇي ۾ هڪٻئي سان الله واسطي محبت رکڻ وارا هوندا آهن ۽ ان ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏيندا.

لايذكر اخاه الا بخير (يعني ڀاءُ کي چڱائي کان سواءِ ياد نہ ڪر).

موجب ڀائرن سان ڀلايون پيا ڪندا. قرآن جي آيت: فَإِنْ عَصَوْكَ فَقُلْ إِنِّي بَرِيٓءٌ مِّمَّا تَعْمَلُونَ (16: 42)

(جيڪڏهن هو تنهنجي نافرماني ڪن، تہ ڪين چئي ڏي تہ آءٌ انهن ڪمن کان بيزار آهيان جيڪي توهان ڪريو ٿا)، موجب هلڻ وارا آهن.

هو گناهہ وقت غريبن کي بڇڙو هرگز نہ ٿا پائين. بڇڙاين کي برو سمجهي پنهنجون برايون بخشرائين ٿا.[36] هو پاڻ کي نيڪ سمجهي مٽيرو ڪونہ ٿا سمجهن. بلڪ هو هر قسم جي وڏائي مالڪ ۽ ڏٽيءَ لاءِ سمجهن ٿا. هو ٻي ڪنهن وڏائي جي دعوىٰ کي تسليم ڪونہ ٿا ڪن. هو

پاڻ کي ڪافر ڪان بهتر ڪونہ ٿا سمجهن، بلڪ جيڪو ائين سمجهي ٿو، تہ ان لاءِ مولا جي محبت کي بلڪل حرام سمجهن ٿا.

انهن مان ڪن ڪفر ۾ زندگي گذاري ڇڏي تہ ڪي ايمان وارا ٿي روانا ٿيا. ڪن مستيءَ ۾ اچي اسلام جو انڪار يعني ڪفر ڪيو.

انما العبرة للخواتيم (اعتبار پڇاڙيءَ جو آهي).

انهن جو ساهہ ڪيئن نڪرندو، رب جيڪو سڀ تي قادر آهي انهيءَ موت جي مهل کي معتبر ڪيو آهي .

قرآني آيت: يُحِبُّوْنَ مَنْ هَاجَرَ اِلَيْهِمْ (59:9) معنیٰ هو انهن سان محبت ڪري ٿو جن ڏانهنس هجرت ڪئي. [37]

واري طلب پنهنجي دل ۾ رک. يستفتح بعصاليک المهاجرين (فتح نصرت جي طلب ڪندا هئا، مسڪين مهاجرن جي دعائن سان) اي فتح ڏيندڙ مون کي فتح عنايت فرماءِ).

جن پنهنجو وطن ڇڏي تو اڪيلي ذات جي جستجو ڪئي، انهن جي برڪت سان مون کي بچائج. منهنجا پاڪ پروردگار! پنهنجي فضل و ڪرم سان منهنجي سنڀال ڪر. منهنجي قلب کي نوراني نقشبندي نسبت سان روشن ڪر. منهنجو پير پاڪ شخص داناءُ ۽ مدد ڪندڙ آهي. هو خدا پاڪ جو خاص خليفو ۽ نبي پاڪ جو نائب آهي.هو عالمن ۽ فاضلن جو اڳواڻ ۽ ڪاملن جو ڪعبو آهي. هو ٿوريون توڙي گهڻيون بديون بخشائيندو ۽ صغيرا توڙي ڪبيره گناه معاف ڪرائيندو.

الله جي طرفان انسانن لاءِ جيڪا اها آيت لٿي آهي تہ، ”هو مئلن کي جيئاري ٿو.“ (يحي الموتی ) جي مصداق هو پنهنجي نظر سان ائين ڪري ٿو. هن جو مثال اعراض (عرض جو جمع) ۾ جوهر جو آهي.[38]

هن جهان ۾ جيڪي بہ فيض پهچي ٿو اهو سمورو ڪنهن خاص وسيلي سان اچي ٿو. حديث مبارڪ ۾ حق جي حبيب ﷺ جو فائق فرمان

آهي تہ هر ڪنهن سال ( صديءَ ) جي منڍ تي مولا پاڪ مجدد (نئون ڪندڙ) ۽ مُحيي (جيارينڌڙ) دين جو موڪلي ٿو جيڪو اسلام جي خدمت ڪري ٿو. ان طرح تيرهين صدي عيسويءَ ۾ پڻ مولا سائين هڪ اهڙو شخص موڪليو، ان کي قائم مقام محمدي ڪري اماڻيو. اهو هن دنيا جو قيوم (سنڀاليندڙ) آهي، جيڪو هردم هدايت ڪري ٿو. هاديءَ سڀئي ماڻهو هدايت لاءِ ان جي حوالي ڪيا آهن. هن جو مثال اهڙي ڇٽ يا تاج وارو آهي جنهن کي ڪرامت جي ڪلنگي پاتل آهي. هو اوليائن جو امام يا اڳواڻ آهي. هو تقوىٰ ۾ بہ ڪامل آهي. هو پنهنجي زماني جو ڪامياب انسان آهي جيڪو هر حال ۾ چڱائي ڏي وٺي وڃڻ وارو آهي. هن جي ڄمڻ ويل ڪعبي اچي سندس زيارت ڪئي. هن اچي اها بشارت ٻڌائي جيڪا کيس الله طرفان مليل هئي.[39] هو خاص الله سائين جو نپايل هو ۽ اهو نالي احمد هو جيڪو اويسي هو. مٿس مجدد الف ثانيءَ جي مُهر لڳل هئي. هو حق جي اسرارن جو عارف بہ هو تہ الله تعالىٰ جو محب بہ هو ۽ محبوب بہ هو.

هو مولا سائين جي مراد بہ هو تہ مريد بہ هو ۽ هو ئي سندس چونڊيل ٻانهو آهي. هو بنا پڙهيل هجڻ جي پڙهيل آهي ۽ بنا علم جي عالم آهي. هو محمدي متابعت تي وڏي خبرداريءَ سان هلندڙ آهي. جنهن امانت جي کڻڻ کان آسمان ۽ زمين عاجز ٿيا هئا، سي حق جا بار هن خاص سمجهي پاڻ کنيا. هوناٿن نبوت جو سلسلو تہ نبي ﷺ ختم ٿيو ۽ ڪائنس پوءِ ڪو نبي هن جهان ۾ اچڻ وارو ناهي. ليڪن نبوت ڪانسواءِ الله تعالىٰ اوليائن کي ٻيا درجا ڏي ٿو. اهي درجا بہ مالڪ سائين پاڻ ٺاهيا آهن. انهن مرتبن سان وري پنهنجي خاص چونڊيل ٻانهن کي الڳ درجا ڏئي ٿو. تڏهن خدا کيس پنهنجو خاص خليفو ڪيو ۽ نبوت ڪانسواءِ ٻيو ڪمال کيس عطا ڪيائين.[40] اهو ئي الله تعالىٰ جو سڄو دوست آهي. هو خدا جي خلق کي راهہ ڏيکاريندڙ ۽ وڻندڙ اخلاق وارو هو. هن وڏي بادشاهہ کيس وڏو رهبر ڪري پيدا ڪيو هو. ڪامل قطب ولايت جو صاحب هو، جنهن ڪفر کي ڪڍي ٻاهر ڪيو. هن جي ارشاد سان ملڪ ۾ نيڪيءَ جو

غلغلو ٿيو. هو مريدن کي هدايت لهڻ وارو ڪري ٿو ۽ ڪين ڪريون ۽ سچيون ڳالهيون ٻڌائي ٿو.

هو قطبن جو قطب (قطب الاقطاب) ۽ غوثن جو غوث آهي. هو حق جي طرفان دليل هو ۽ ٻين کي روشني ڏيندڙ آهي.هن جي جُتيءَ جي مٽيءَ سان دل تان ڪٽ لهي وڃي ٿو. هن جي پيزارن مان هدايت جي خوشبوءِ پئي اچي. هن جي پادر سان ڪيئي پردا هٽي ٿا وڃن. هن جي ڳليءَ کي چمڻ سان حضور حاصل ٿي پوي ٿو.[41] منهنجي مرشد کي مولا سائين اهو الهام ڪيو هو تہ توکي بخشي ڇڏيو اٿئون ۽ جيڪي تنهنجا پوئلڳ هوندا، بلڪ توکي بخشڻ سان گڏ تنهنجي مريدن کي بہ هميشه لاءِ بخشي ڇڏيو اٿئون. نہ صرف اهي جيڪي تنهنجي سامهون آهن بلڪ جيڪي پوءِ خليفا خادم بڻبا. اها رعايت توهان لاءِ قيامت تائين جاري رهندي.

مرشد جي توصيف لاءِ ڪٽي ڪيتري بہ ڪوشش ڪجي پر اها نامڪمل رهندي ۽ ڪڏهن بہ پوري نہ ٿي سگهندي. انهيءَ اعلىٰ انسان جو نالو هر ڪنهن کي وڻڻ نہ گهرجي. توڙي جو روح جا ذرا ذرا ۽ رڳون، ورهن ڪان وصفون بيان ڪن، تہ بہ زبان زيان ڪرڻ ڪانسواءِ ڪهڙي وصف ڪري سگهندي. هاڻي سمجهان ٿو تہ ان پاڪ انسان جو نالو ڪٽي وٺان.

اهو حرمين جو حاجي الله جي راهہ جي طرف هدايت ڪندڙ[42]، جنهن جو قدرت واري طرفان سندس اسم حضرت آدم صفي الله جي نالي پٺيان صفي الله آهي ۽ ڪيس ائين چون ٿا. باري تعالىٰ سندس باطن ۾ فيض جي پالوٽ ڪري ڇڏي آهي. جيڪا وري هو پنهنجي مريدن جي مٽان مينهن وانگي وسائي ٿو. شال مٿس ڏينهن رات رب جون رحمتون جاري رهن. هو پنهنجي پيءُ جي نسبت ۾ بہ ڀلارو ۽ بزرگ آهي. اهو بہ قطبن ۾ ڪامل قطب هو ۽ نبين جو وارث هو. هو ئي سيني کي محبت جا پيالا پيارڻ وارو هو. هو جهان وارن کي ڪفر جي اونداهيءَ مان ڪڍي اسلام ڏانهن وٺي ٿي آيو. هو وڏو متقي ۽ پرهيزگار شخص هو. هن جو نالو حاجي غلام محمد معصوم هو. هن جي روح تي شال رب جون رحمتون

هجن. هن جو پٽ پنهنجي پيءُ کان فيض جو پر پيالو پيتل هو.[43] هو ٻه وقت جو امام ۽ زماني جو موتيءَ مثل هو. هو ڪامل شخص، ڪامل بخشيند ۽ عارفن ۾ گهڻو اوچو هو. هن جي نظر ڪيترن جهان وارن کي خوش ڪري ڇڏيندي هئي.

هن جو (سندس پيءُ جو) نوراني ۽ پلو نالو اسماعيل هو. هن پاڻ کي پيءُ جي اڳيان الله جي واٽ ۾ قربان ڪرڻ قبول ڪيو هو. شال هن بهادر انسان جي مٿان رب جي رحمت هجي. هن پنهنجي والد جي اڳيان وڃڻ کان اڳ اهو عرض رکيو هو. اوليائن جنهن جي مرشدي ميجي هو قطبن جو قطب ۽ غوثن جو غوث هو. هو ٻارهين صديءَ جو مجدد هو. جنهن جو هر جاءِ تي حڪم هلندڙ هو. شاهه صبغت الله لقب پر سندس نالو محمد هو. شال رب جي رحمت هن جي روح کي پهچندي رهي. هن خاندان کان علاوه ٻاهرين پيرن کان به تربيت حاصل ڪئي هئي. هن والد اڳيان وصل وصال جي ورهن کان ورزش ڪئي، مولا جي حڪم سان هو اڳواڻ ٿيو ۽ عزت وارو وڏو عالم ۽ عارف بڻجي ويو جيڪو عروة الوثقىٰ جي لقب/درجي تائين پهتو. رب تعالىٰ جي مهربانيءَ سان هو قيوم جهان مقرر ٿيو ۽ رب پاڪ سندس مرتبو مرشدن ۾ مٿانهون ڪري ڇڏيو.[44] هن جو اسم گرامي شاهه محمد معصوم هو. شال سندس روح تي رب جي رحمت ۽ بخششون هجن.

جيڪي مرشد معصوم جي مرشدي ميجين ٿا، اهي مريد به معصوم ٿي پون ٿا. اهي مالڪ سائين جي خلوت گاهه ۾ بنا دير پهچي وڃن ٿا؛ پر جيڪي مريد پير کان ڦري ويا، اهي حجاب ۾ اچي وڃن ٿا ۽ پرينءَ جي پچار نٿا ڪن. اهو (محمد معصوم) پڻ پنهنجي شيخ جو سائل آهي ۽ هر وقت انهيءَ پير اڳيان عرضدار آهي. اهو پير قائم مقام ۽ محمدي صوفين جو سردار آهي.[45] يعني مجدد الف ثاني، جنهن ٻئي هزار سال کي هدايت سان نئون ڪيو. هن وٽ دين جو تازو توانو طريقو هو، جيڪو هن عقلمند انسان شروع ڪيو.

جيئن تہ هڪ هزار سالن تي اهڙو اولي العزم انسان اچڻو آهي تہ تڏهن هو هن امت ۾ اهڙو مددگار بنجي آيو. هو خاتم النبيين ﷺ جو گويا خاص خليفو آهي. لکن ڪروڙن ۽ پدمن جي تعداد ۾ هن جا مريد آهن ۽ انهن جي پويان عرضدار بہ لکين آهن. هو رب العالمين جي رحمت جو خاص حقدار آهي. هن قطب العالمين بنجي جهان ۾ پنهنجو جوهر ڏيکاريو. هو هن ننڍي توڻي وڏي جهان ۾ شروع کان چونڊيل آهي. هو ماڻهن سان گڏ پرين ۽ جنن جو بہ مرشد آهي. مولا سائين هن کي ملڪن ۾ سڀني قطبن جو اڳواڻ ڪيو هو.

هو سڀني ابدالن ۽ اوتادن جو قبلو ۽ اڳواڻ هو. هو مڙني وڏن پرهيزگارن جو امام هو ۽ غوثن جو غوث هو.[46] هو گهڻن ئي فردن جو مرشد ۽ ڪيترن لاءِ مهدي ۽ هدايت ڪندڙ هو. هو شريعت محمدي جي خاص متابعت ڪندڙ هو. هو هن جهان جي اصل الاصل سان واصل هو ۽ نبي ڪريم ﷺ جو خاص نائب هو. هو عزت وارو انسان عالم قدس ڏانهن اڏاميو هو. هو مالڪ مختار ۽ داتا جي دربار جو خاص پيارو هو. هو الله سائين کي گهڻو ويجهو هو ۽ خاص خبرون رکڻ وارو هو. هن جو نالو شافع امت نبي ڪريم ﷺ جي اسم مبارڪ احمد پويان آهي. باري تعالىٰ کيس ملڪن ۾ امام ۽ اڳواڻ بنايو. هو ذات ۽ صفات جو علم رکندڙ ۽ اها چاڻ رکندڙ هو. اهو سهڻو سرهندي گهڻي سونهن وارو هو بلڪ سردارن جو سينگار هو. اهو فيض ورهائيندڙ انسان شيخ احمد سرهندي، فاروقي نسب وارو هو. مالڪ سڀئي مرادون رکي کيس وڏي منصب لاءِ چونڊيو هو. هو خواهشن کي ترڪ ڪندڙ آجو انسان هو. هن جي آرزو، خواهش يا مرضي ۽ مراد صرف الله جي ذات هئي. پيون سڀ ڳالهيون ڇڏي خدائي خاص خلوت گاه طرف آيو.[47]

سڀ طريقت جون واٽون هن جي طريقي ڏانهن اچن ٿيون. محمد ﷺ جو هڪ خاص معجزو خلق خدا جي ۾ ائين اچي ظاهر ٿيو.

مثل امتي كمثل المطر لايدري اوله خيرام آخره. (منهنجي امت جو مثال برسات جهڙو آهي، جنهن ۾ اهو معلوم نٿو ٿئي ته ان جو پهريون قطرو برڪت وارو آهي يا آخري.) امت جي سردار ائين فرمايو آهي ته: مينهن جي شروعات وڏيڪ ڀلي آهي يا باقي ۾ برڪت آهي. اوليائن جي مطابق ان حديث ۾ انهيءَ نيڪ بخت (امام رباني) ڏانهن اشارو آهي. ڪتاب 'جمع الجوامع' ۾ اها حديث پڻ موجود آهي ته آخري زماني ۾ الله

جو پيارو اهڙو امتي ايندو جنهن کي صلة بين البحرين (ٻن سمنڊن کي ملائيندڙ يا ڳنڍيندڙ ) چوندا. اهو وڏو امام هوندو. اها خبر مجدد الف ثانيءَ جي وقت ۾ اچي پوري ٿي. جڏهن حضرت ابراهيم جي خليلائپ، حضرت يوسف جي سونهن ۽ محمد ﷺ جي ملاحت هڪ هنڌ اچي گڏ ٿيون، جيڪو هن ڪان اڳ نه ٿيو هو. مطلب خليل واري خلت ۽ محمد ﷺ واري محبوبيت مان هڪ مراد اها هئي، جيئن پاڻ فرمايائون

اخي يوسف اصبح وانا املح (منهنجو ڀاءُ يوسف خوبرو ۽ آءٌ سلوڻو ۽ سلڇڻو آهيان)

انهيءَ قول مبارڪ ۾ اهو ئي اشارو آهي. اللهم صلّ على محمّد كما صليت على ابراهيم ۾ پڻ اها ئي رمز آيل آهي.

واتبع ملة ابراهيم حنيفا. يعني ابراهيم عليه السلام جي دين جي صحيح پوئواري ڪريو.

الحمدلله الذي جعلني صلة بين البحرين (سڀ واکاڻ الله تعالىٰ جي، جنهن مون کي ٻن سمنڊن کي ملائيندڙ ڪيو) ۽ انهيءَ انهيءَ پنهنجي پنهنجي وصف بيان ڪئي آهي ۽ ان ۾ ڪو تعجب ناهي ته اهو فاروقي نسل مان هو. يعني حضرت عمر رضي الله عنه جيڪو ٻيو خليفو هو. حضرت عمر

لاءِ ٿي پاڻ فرمايو خير الناس (يعني ماڻهن ۾ پلو ماڻهو) پاڻ ﷺ تہ مون خواب ۾ کير پي باقي بچيل کير هن کي پيڻ لاءِ ڏنو.

هڪ خواب جو ذڪر ڪندي پاڻ ٻڌايائون تہ: مان هڪ کوه مان پاڻيءَ جي ڏول ڪڍي رهيو هئس تہ حضرت ابو بڪر (حضرت) اتي اچي پهتو ۽ هن بہ هڪ ٻہ ڏول ڪڍيا: پر پوءِ حضرت عمر آيو تہ هن ڪيترائي ڏول ڀري ڪڍيا. اهڙيءَ طرح سيني اچايلن جي اُڄ ختم ٿي ۽ سيئي ڍاول ٿي پيا.

والذي نفسي بيده ما لقيك الشيطان سالكا فجًا قط الا اسلك فجا غير فجّك

پاڻ وڏي چاه سان قسم کڻي ڳالهايائون تہ شيطان ان واٽ کان ڀڄي پري ٿئي ٿو جتي هو (عمر رضي الله عنه) هلي ٿو.

مازلنا اَعِزّة مّنذ اسلم عمر

(معنيٰ: جڏهن کان عمر (رضي الله عنه) اسلام آندو تڏهن کان اسان غالب ٿي وياسون، يعني عمر رضہ جي اسلام آڻڻ سان عزت غلبي ۾ گهڻو واڌارو ٿيو.

عُرض عليّ عُمر و عليه قميص ن اجُترّه

هن حال ۾ پيش ڪيو ويو، هن حال ۾ مٿس قميص پيل هئي جنهن کي گهلي رهيو هو. يعني قميص ڊگهي هئي) سهڻو خواب ٻڌو سرور، ڏٺم تہ عمر رضي الله عنه پهراڻ پٽ تي گهليندو وتي.

فما اوّلته

پڇيائون: ان جو مطلب ڇا هي اهي محمد ڪارٽي؟ [48]

چيائون: ان مان مراد دين آهي مطلب تہ: حضرت عمر جي هٿان دين جو حڪم ٿي هلندو. امير عمر لاءِ اهڙا ڪيئي اشارا ۽ ڳالهيون پاڻ ڪريم ﷺ جن ڪيا آهن، اهي سڀ صحيح ثابت ٿيا جڏهن وري هي اڳواڻ آيو. هن کي هدايت ڦهلائڻ ۽ نيڪي جي راهہ ڏسڻ جو امر ٿيو. مطلب تہ هن بهادر انسان نبين جي وڃايل نوبت کي ٻيهر وڄايو. هن پلي انسان لاءِ اها خوشخبري ڏينهن قيامت تائين ڏنل آهي. شال باقي برڪتون ۽ ڀلايون هميشه ائين قائم

دائم رهن. شال مولا سائين مٿس هن دنيا ۾ به اهي برڪتون سدائين ساڻ رکي. هن فاروقي فرد آخر اهو ڪم ڪيو، جو ڪفر کي هڪالي ٻاهر ڪڍيائين. شال مٿس مولا پاڪ جون رحمتون مينهن جيان وسنديون رهن ۽ سندس روح تي پڻ رحمتن جو سدائين نزول هجي. هن هنئين جي ٺار انسان جو معنوي مرشد محمد ﷺ جن پاڻ هئا. اها نبين سان نسبت مٿس خاص انعام هو. ظاهري طور پڌرو ائين ٿيو ته پاڻ سڳورا سندن امام ۽ اڳواڻ هئا جنهن کي الله علام الغيوب پاڻ ڪامل ۽ مڪمل واسطو بڻايو آهي.[49]

هن ( مجدد الف ثاني) پنهنجي سلوڪ جو سير اتان شروع ڪيو جتي ٻين جو ختم ٿئي ٿو.

محبوب تنهنجي من ڏٺي ڇاٽي ٻي موٺ

اهو محبوب تنهنجي اندر ۾ آهي مالڪ کي خبر آهي ته اهو مرڻ سان ملي ٿو. هن کان اڳ خدا جا دوست پهرين سير آفاقي ڪندا هئا ان کان پوءِ هو سيرانفسي ڪندا هئا. مطلب هو آفاق کان شروع ڪري پوءِ نفس ڏانهن ايندا هئا. هنن جي بدايت يعني شروعات آفاق يعني عالم کان ۽ پڄاڻي نفس تي هوندي هئي. اتي نفس ۾ اچي پاڻ کي جهليندا هئا، ليڪن هن داناءَ پنهنجي دانائي سان اهو سير اتان شروع ڪيو جتي ٻين ٿي ختم ڪيو.

مجدد الف ثاني باقي بالله کان فيض ورتو، جنهن جو نالو محمد ۽ محمود هو، جنهن جي گهڻي تعريف ڪئي وئي آهي شال مٿس رب جي رحمت هجي. هن عارف بالله کي اهو اذن بزرگ امڪنگيءَ کان مليو هو،[50] جيڪو پاڻ ڪامل قطب ۽ وڏو ولي هو. هنن جي هٿان گهڻن کي هدايت نصيب ٿي، جنهن مالڪ ڏانهن واٽ ٿي ڏسي. هن الله واسطي گهڻن کي بدعت وارين ڳالهين کان بچايو. شال هن پيلاري انسان مٿان رب جي هردم رحمت هجي. هن جو والد پڻ هن لاءِ وسيلو بڻيو، هو تڏهن ته پڻس

صحيح وارث ٿيو. هو حق جو عابد، عارف ۽ عاشق هو ۽ کيس وڏي سعادت نصيب ٿيل هئي. هن داتا درويش جو نالو محمد هيو.

شال ان ڀلاري جي روح تي مولا جي سدائين مهر هجي. هن جو پير مرشد پڻ ڪامل شخص هو. هن جو نالو مولانا محمد زاهد هو، جيڪو عارف بالله هو. شال ڌڻي هن تي شروع کان پنهنجي رحمت ڪري. هن پڻ وڏي ادب ۽ اخلاق سان وقت جي ڪامل قطب خواجہ عبيدالله احرار کان فيض حاصل ڪيو هو.[51] هو وقت جو غوث ۽ گهڻن تي غالب هو ۽ پري پري تائين سندس پرتوو پهتو هو. مولا پاڪ هن کي نبي پاڪ ﷺ جي دين جو مددگار ڪري موڪليو هو. قادر قدرت واري کيس پنهنجو پيارو ۽ مراد قرار ڏنو هو. مالڪ مٿس رحمت جو ڪڪر جلدي وسائي وڌو هو. هو مريد بہ هو تہ مراد بہ هو ۽ يعقوب کان بهره مند ٿيو هو. هو بہ عارف ۽ عابد ، ولي ۽ خاص خليفو هو، ڪامل ۽ مڪمل قطب ۽ سهڻو صاحب هو. شال مٿس رب جي رحمت هجي. هن پڻ نقشبندي (بهاءُ الدين) اڳيان ڪنڌ نوايو هو، جيڪو پاڻ دين دنيا ۾ نور يعني روشني ۽ وارو هو. هو سيني اوليائن ۾ مٿانهون ۽ وڏو امام هو.

اهو ڪامل مڪمل رهنما مولا سائين جي دائمي رحمت ۾ هو. هن ڪامل هر ڳالهہ کي پري کان پروڙيو ۽ پرکيو. هر ڳالهہ کي ٻڌو ۽ سمجهيو ۽ پوءِ ان کي ڪاٽي ڇڏيو.[52] 'لا' سين هر غير کي ڪڍي ڇڏيائين ۽ هر اجائي يا فضول شيءِ کي ڪڍي ڦٽو ڪيائين. مطلب هن سمورو غير ڪڍي، پوءِ مالڪ سائين ڏانهن رجوع ڪيو. ائين هو خدا جو خاص خليفو ٿي ويو ۽ ٻيا پير سندس سوالي ٿي پيا. مولا سائين هن مهندار جو اسم گرامي محمد رکيو هو. اهو باغ بهار ۽ اڪمل انسان بهاءُ الدين ( نقشبند ) هو. شل رب تعالىٰ جي سندس روح مٿان رحمت ۽ برڪت هجي. هن پير جو پڻ پير هڪ سيد سونهارو هو. اهو آل رسول ۾ ڀلو ۽ برتر هو ۽ ڪامل مڪمل قطب ۽ نيڪ سيرت هو. اهو عالم عارف ۽ عابد انسان سيد مير ڪلال هو. شل هر حال ۾ هن هدايت يافتہ انسان تي حق تعالىٰ جي مهر

هجي. وري هن پڻ اها محبت جي مئي بابا سماسيءَ جي صحبت ۾ پيتي هئي. هن جو بابرڪت نالو پڻ محمد هو. جنهن کي حق تعالىٰ گهڻي ۽ وڏي شان وارو ڪيو هو.[53]

مالڪ مختار تنهن کي قطب ڪري پرورش ڪئي. مٿس رب جي رحمت جو هميشه پاڇو ۽ ڇانءُ هجي. هن پڻ ڪسب ڪمال زماني جي قطب کان حاصل ڪيو هو. هو عابد، عارف، عالم وڏو پرهيزگار هو. هن جو نام نامي علي ۽ راميتني سندس لقب هو. شال رب سائين مٿس رحمتون وسائي ۽ مغفرت وارو ڪري.

هن پڻ هدايت واسطي اهڙي نور واري جو هٿ ورتو هو. جيڪو وڏي ورع وارو عارف عابد هو۽ وڏو اطاعت ۽ عبادت گذار هو. اهو زماني جي قطب ۽ غوث کان بہ وڏو هو. سڄي ملڪ جو پير يعني محمود انجير فغنوي هو. شل هن جي مٿان رب جي رحمت مينهن وانگي وسندي رهي[54].

هن کي وري جتان پيالو پر ٿي مليو ۽ جتان مٿس نبين واري نوراني نظر پئي، فيض بابرڪت مليو. اهو غم گساري ڪندڙ غوث هو ۽ پرهيزگاريءَ ۾ جهڙس ڪو نہ هو. اهو غارف ريوگري هو. جنهن نالي سان هو مشهور ٿيو. شل رات ڏينهن مٿس رب پاڪ جي رحمت هجي.

خواجہ ريوگريءَ وري پنهنجي پير کان فيضياب ٿيو ۽ اهو شيخ عبدالخالق غجدواني هو. جو نهايت داناءُ دلير ۽ سارو سچ هو. مولا سائين هن کي ملڪ جهان ۾ عالمن جو مدار ٺاهيو هو. قطب ۽ ڪاملن ۾ ڪامل هو ۽ پيارن ۾ پيارو هو. اهو عارف حق جو ۽ شيخن جي حلقي جو اڳواڻ، جيڪو نقشبندين ۾ خاص خليفي جي حيثيت سان مشهور آهي. شال مٿس رحمت جا ڪڪر ۽ مينهن هر وقت وسندا رهن. وري غجدوانيءَ جو غوث حقيقت ۽ طريقت ۾ همداني (يوسف). بيبي زليخا وانگر ڪڏ لڳي يوسف سان ناتو جوڙيائين.[55] اهو سونهارو ۽ پيارو شيخ گويا يوسف ثاني

هو. انهيءَ نسبت سان نوازيل ڪامل قطب رباني هو. شال هميشه سندس روح تي رحمت رباني هجي.

هن وري ابو عليٰ فارمديءَ ڪان فيض پرايو هو ۽ هن ڪان ئي فنا جو سبق سکيو هو. هو پڻ ڪامل ۽ اڪمل قطب هو ۽ چڱن لاءِ چڱو آسرو هو. شال رحمت رب جي سندس روح ڪي حاصل هجي. ابو علي فارمدي وري خرقاني (ابوالحسن) ڪان فيض حاصل ڪيو هو.[56]

هو ابوالحسن جي لقب وارو عارف صادق ۽ ذات صمد جو نوازيل هو. هو ڪامل ۽ اڪمل قطب مڪمل رهنما ۽ رهبر هو. شل ڏينهن رات سندس روح تي رب جي رحمت هجي. وري خرقاني ڪي اها برڪت ۽ پلائي بايزيد بسطاميءَ ڪان ملي. جيڪو صحيح معنىٰ ۾ غوث ۽ غازي، هر خطري ڪان بي پرواهه ۽ صفا سچو عارف هو.

هن روحاني طور ڪائنس فيض حاصل ڪيو هو. هن جي روح تي شل مولا ڪريم وڏيڪ رحمتون ڪري. بايزيد بسطاميءَ ڪي وري اهو ڀاڳو ان شهزادي جي صحبت مان مليو، جنهن جو پيءُ ۽ ڏاڏو ڀلارن ۾ وڏ ڀلارا هئا. اهي جيڪي رسول پاڪ جي روح جي راحت هئا ۽ مولا پاڪ کين وڏي اختياري ڏني هئي. ماڪيءَ ڪان وڏيڪ مٺو مهدي سو امام جعفر جوهردار هو ۽ هو باقر بزرگوار جو پٽ هو. هو شڪل شبيهه ۾ سهڻي سردار سان مشابہ هو. هو جعفر رضي الله عنه جو ننڍو ڀاءُ هو جيڪو خدا جو خاص خليفو هو. هن جي هٿ تي گويا الله جو هٿ رکيل هو. جيتوڻيڪ هُئي زندگيءَ ۾ گڏ نہ هئا، پر روحاني طرح مستفيد ٿيا هئا.[57]

هن جي مٿان شال رب پاڪ جون لکين ڪروڙين رحمتون هجن. جعفر رضي الله عنه کي وري پنهنجي ناني ڪان اها نسبت ملي هئي ۽ اهو هو قاسم ابن محمد بن ابي بڪر، جيڪو زماني جو ڪامل قطب هو. هن جي مٿان حق تعالىٰ جون هزارين رحمتون هجن. قاسم وري مشهور صحابي سلمان فارسي جي قربت ۽ صحبت ۾ رهيو هو. هو دانشمندي ۽ عقل ۾ اڳيرو هو. هو فارس ملڪ مان آيو هو ۽ ايمان آندو هئائين. هو هر وقت اٿڻ ويهڻ

مهل نبي ڪريم ﷺ سان گڏ هوندو هو. شال ڪائنس رب رحمان راضي رهي ۽ مٿس مهربان هجي. جيتوڻيڪ هو نبي ڪريم ﷺ جو عاشق هو، پر ڪيس معنوي نسبت حضرت ابو بڪر صديق ڪان حاصل ٿي هئي. هو خاص خليفو ۽ انسانن ۾ پهلو هيو. نبي ڪريم ﷺ ڪان پوءِ هو پهلارو هو. هو سيني سان شفقت سان هلڻ وارو انسان هو. هو نبي ڪريم ﷺ جو پهريون ساٿي ۽ دوست هو ۽ پاڻ سندس دوست هئا. هو ئي نبي ڪريم ﷺ جن جو خاص ۽ پهلي ۾ پهلو دوست ۽ خير خواه هو، جيڪو پوءِ سندن خليفو ٿيو. شال رب جو رضامندو هرحال ۾ ساڻس شامل حال رهي. هن سڏو سنئون نبي ڪريم ﷺ ڪان فيض حاصل ڪيو هو.[58]

حضرت محمد ﷺ پنهي جهانن جا سردار ۽ هن عالم جي لاءِ واسطو ۽ وسيلو آهن. مٿن هردم هزارين صلواتون ۽ درود هجن ۽ مٿس ڏينهن رات اڻ ڳڻيا سلام هجن. جيستائين جهان ۾ آسمان ۽ ڌرتي ۽ سج تارا آهن. جعفر (صادق) ڪي اهو معنوي موتي پنهنجي بزرگوار باقر ڪان پڻ مليو هو. تڏهن تہ هو ظاهري توڙي باطني طور پنهنجي پيءُ جو وارث بنيو. هن ڪي اولين ۽ آخرين علوم جا خزانا مليل هئا. [59] شال رب جون اڪيچار رحمتون مٿس هردم وسنديون رهن. هيءُ مرشد وري پنهنجي والد محترم جو مريد ٿيو، يعني حضرت زين العابدين جيڪو وڏو عبادت گذار ۽ اعلىٰ انسان هو. هو الله سائين وٽ علي ثاني يعني ٻيو علي هو ۽ الله وٽ ايڏو ئي ويجهو هو. شال هن جي مٿان بہ رب جون رحمتون هجن جنهن اهو شوق ۽ ذوق حضرت امام حسين عليه السلام ڪان پرايو هو. پاڻ شهيدن جو سردار ۽ ڪربلا جو ارڏو اڳواڻ هو. هو جڏهن معصوم ٻار هو تہ پيغمبر ﷺ جي ڪلهن تي سوار ٿيندو هو. هن سان الله تعالىٰ جو اصل ڪان اهو انعام ۽ اقرار هو. هو بيبي فاطمه رضي الله عنها جو فائق فرزند هو ۽ هن ڪان ئي ڪيس هدايت جو حصو مليو هو.[60]

انهيءَ محمدي مرادون ڇڏيون ۽ مظلوم بنجي ويو. رب جون انيڪ رحمتون مٿس هجن ۽ هو بہ مالڪ ڪان راضي رهي. حضرت حسين

رضي الله عنه پنهنجي والد علي رضي الله عنه کان بہ فيضياب ٿيو، هو جيڪو علم جو دروازو ۽ نبي ڪريم ﷺ جو نياٽو هو. هو نبي ڪريم جن جو سؤٽ ۽ بيبي فاطمه رضي الله عنها جو مڙس هو. هن سان گڏ هو حضرت حسن رضي الله عنه ۽ حضرت حسين جو والد مڪرم هو. هو ولايت جي آخري مهر ۽ چوٿون خليفو هو. هو اوليائن لاءِ الله تعالىٰ جي دربار ۾ واهر وسيلو ۽ واٽ آهي.

حضرت علي رضي الله عنه جي پرورش پاڻ حضور ڪريم ﷺ جن ڪئي آهي. هو سالڪ مجذوب واري درجي تي فائق ۽ فائز هو. شال سلام ۽ صلواتون مالڪ ڪائنات جا مٿس هجن ۽ سندس گهروارن يعني اهل بيت مٿان، جيڪي صحابين جا ساٿي ۽ سڄڻ هئا. سلام ۽ صلواتون نبي پاڪ جي حرمن لاءِ ۽ اولياءَ عاشقن لاءِ! سيئي نبي، ملائڪ ۽ جن و انسان ۽ ٻي مخلوق جيڪا هجي.

اهي سڀ هن جهان ۾ الله جي عاشقن جي پچا يا ڳولا ۾ آهن.

انهن مان هن سلسلي ۾ ٻارهن امامن مان پنج پير شامل آهن، انهن جي برڪت ۽ ڀلائي سندن پوئلڳن سان شامل حال آهي. ڀلارا انسان ان سلسلي کي 'سلسلة الذهب' يعني 'سون جهڙو سلسلو' قرار ڏين ٿا. منهنجي لاءِ اهي الله جا ٻارهن ٻانها امام جو درجو رکن ٿا.[61] انهن جو ظاهر باطن، اول آخر سنواريل آهي ۽ اهي ٻارهن ئي حق جا شيخ طريقت آهن، منهنجي لاءِ اهي مڪمل ۽ دائمي مرشد وانگر آهن. هن حقير تي جيڪو طريقت محمديءَ جو رستو کليو آهي، اهو هنن جي صدقي آهي. مون اهو طريقو پنهنجي والد مخدوم عبداللطيف مرحوم کان بہ حاصل ڪيو. شال هردم رب تعالىٰ مٿس رحمت ڪري. هو وري پنهنجي والد صاحب کان فيضياب ٿيو هو ۽ اهو پيالو پيتو هئائين. اهو حاجي مخدوم محمد هاشم (ٺٽوي) هو، شال مٿس رب جي رحمت هجي.

ليڪن والد جي واسطي کان سواءِ بہ اها نسبت مون کي پنهنجي بزرگوار ڏاڏي ( محمد هاشم ٺٽويءَ) کان حاصل آهي، جو سيد سعدالله سورتيءَ کان فيضياب ٿيو هو. اهو بزرگ اصل ۾ پورب کان آيل هو ۽

اچي سورت جي شهر ۾ روشني پکيڙي هئائين. شال سندس روح مٿان الله تعاليٰ اڳي کان اڳري رحمت ڪري.

هو وري شيخ عبدالشڪور جو مريد ٿيو هو، جيڪو هميشه حضور ۾ رهڻ وارو ۽ پيغمبر ﷺ جو پيارو هو. ڪتابن ۾ هن جي عمر ٽي سؤ سال لکن ٿا. جيڪي ان ايڏي عمر کي نٿا مڃين، اهي خطا ڪائين ٿا. ان ڳالهه کي صحيح طور ڪنهن غلط ثابت نه ڪيو آهي. اهو وري مسعود نالي بزرگ کان روحاني طور مستفيد ٿيو هو. اهو پڻ ٻن سو سالن جي لڳ ڀڳ عمر جو هو. هو پاڻ وري سيد اسماعيل جو صحبتي ۽ فيض يافته هو، جنهن جي عمر پڻ ٻن سؤ سالن کان وڌيڪ ڊگهي وڃي ٿي. هن وري سيد ابراهيم کان سلوڪ جو سبق ورتو جنهن جي عمر ساڍا ٽي سو ورهيه ٿي وڃي ٿي. هن کي اها امانت امام مهديءَ کان ملي هئي. شل مينهن وانگر ان رهبر تي رحمت جو وسڪارو ٿيندو رهي. هن پنهنجي والد امام عسڪريءَ کان اهو فيض پاتو هو. هن تي پڻ رب جي رحمت هجي جنهن پنهنجي والد امام علي نقيءَ کان اهو فيض حاصل ڪيو هو. هن کي وري پنهنجي پيءُ کان اهو فيض رسيو.

هن سڳوري انسان پڻ پنهنجي پيءُ، امام محمد تقيءَ کان روحاني پيالو پيتو. شال مولا جي مهر مٿس رهي. هو پڻ پنهنجي والد جو وارث ثابت ٿيو ۽ اهو هو امام علي رضا. شل هن تي به رب جون رحمتون هجن. اهو وري پنهنجي والد امام موسيٰ ڪاظم کان فيضياب ٿيل هو. شل هن جي روح تي رحمت جي بارش هجي. هن وري پنهنجي پيءُ يعني امام جعفر صادق کان پر پيالو پيتو هو. هو وڏو عارف هو جنهن کي اهو علم ۽ فراست پنهنجي والد امام محمد باقر کان حاصل ٿيو هو. ان عاشق صفت انسان کي پڻ پنهنجي پيءُ اڪمل ۽ امين انسان امام زين العابدين کان فيض رسيو هو. شال هن جي روح پر فتوح تي رحمتون هجن. اهو پنهنجي والد امام حسين رضي الله عنه جو وارث ثابت ٿيو. اهو بيبي فاطمه بتول جي جگر

جو ٽڪرو ۽ نبي ڪريم ﷺ جي اکين جو ٺار هو. بيشڪ رب ڪائنس راضي هيو ۽ هو رب کان راضي هو.

هن فائق وري فيض ۽ فضيلت پنهنجي ڀاءُ حضرت امام حسن رضي الله عنه کان حاصل ڪيو جيڪو وڏو بهادر ۽ مٽيا وارو شخص هو. هو زهر خورانيءَ جو شهيد بنيو هو. هي وڏي عزت جو صاحب هو ۽ رب تعالىٰ ڪائنس راضي هو ۽ هي سندس رضا تي راضي هو. حضرت حسن رضي الله عنه پنهنجي والد امام علي رضي الله عنه کان اهو فيض پرايو هو ۽ هو پاڻ امير المؤمنين ۽ چوٿون خليفو بنيا آهن. رب پاڪ سندس چهري کي خاص تڪريم وارو ڪيو هو. هن کي ولايت جي اها اجازت ۽ شير خدا جو مرتبو حبيب خدا ﷺ کان مليو هو. جيڪي پاڻ الله جا رسول آهن ۽ هن جي ذات کي قريب کان قريب آهن. پاڻ هن ڪائنات جو ڪارڻ ۽ مقصد آهن. هو حق تعالىٰ جا نائب مقرر ٿيل آهن. شال مٿن صلواتون ۽ سلام هميشه جاري رهن ۽ مٿن هر حال ۾ رب جون رحمتون وسنديون رهن.

هتي هو ۽ هيءُ پهريون توڙي ٻيو شجرو ٿيو. ان ۾ ڪل ارڙهن واسطا آهن جن مان ٻارهن اهل بيت آهن جيڪي ٻارهن امام آهن. پنج سيئي سيد سڳورا آهن ۽ ان سان ڪل سترهن ٿيا. ارڙهون هن ليکڪ جو يعني منهنجو ڏاڏو آهي جيڪو پڻ عارف ۽ عالم هو.

منهنجو اهو سلسلو اهڙيءَ طرح ’سونو سلسلو‘ آهي جيڪو ٻارهن امامن کان ٿيندو منهنجي روح ۾ اچي گهر ڪري ويٺو آهي. اهڙيءَ طرح مون روح جي گهراين منجهان هي رسالو تحرير ڪيو آهي. ان نموني ’حق جو پيغام‘ پورو ٿيو، جنهن ۾ الله تعالىٰ جي ڪرم نوازي شامل رهي. مون هن رسالي جو نالو نيڪنام ’هداية المريدين‘ رکيو آهي. ان کي ’آداب المسترشدين‘ جو نالو پڻ سونهي ٿو. خدا تعالىٰ کي عرض آهي تہ پنهنجي فضل و ڪرم سان مريدن کي هدايت نصيب ڪري، خاص طور انهن کي جيڪي هن ڪتاب کي دل و جان سان پڙهن. ان کي پڙهي اهي آداب ۽ اطوار سکن، جن سان اهي سير (انفسي، آفاقي) وغيره طئي ڪري سگهن.

جيڪڏهن تو ڪي هن ڪتاب جي تاليف جي تاريخ معلوم ڪرڻي آهي تہ پوءِ نهي نالن مان 'بخس' (ب خ س) ڪڏي معلوم ڪري وٺ.

او مالڪ سائين! هن عاجز ابراهيم ڪي تون پنهنجي رنگ سان رڱي ڇڏ. اطاعت ۽ توبہ جي طاقت ڏي تہ عبادت سان مشغول رهان. يا الاهي، 'عبديت' مان پورو حصو عطا ڪر. صرف پنهنجي ذات ۾ محو ٿيڻ جي توفيق ڏي ۽ غير ڪان پري ۽ پناه ۾ رک. قرآني آيت 'لا تبقي ولا تذر' (يعني ' نہ اها باقي بچائي ٿي ۽ نہ ڇڏي ٿي ڏٺي) مطابق ان جو ذرڙو بہ باقي نہ ڇڏ. ليڪن باقي جيڪي بچي اهو تو سان هجي.

جيڪڏهن (منهنجي دل) رسول ڪريم واري راه ڪان ذرو بہ هٽي تہ اتي مالڪ سائين تون سڌي راهہ تي بيهارينس. يا الاهي، تون حڪم حڪمت وارو آهين، تون اها استقامت ۽ پختگي عطا ڪندين. پنهنجو ٻانهو ڪري صحيح ٻانهپ سان نوازيندين. پيغمبر ﷺ جي پيروي ۽ جي سچي ۽ صحيح راهہ ڏيکاريندين. اي منهنجا مالڪ، شريعت سڳوريءَ تي صحيح ثابت ۽ قائم رهڻ جي توفيق ڏي. محمدي واٽ ۾ وڌيڪ محڪم ۽ مضبوط رکجاءِ جيستائين جان ۾ جان آهي. موت ويل محمد مصطفیٰ ﷺ جي محبت سان مرڻ نصيب ڪجانءِ. مرڻ ڪانپوءِ قبر مان وري هن جي ئي محبت سان اٿارجانءِ. هر گهڙيءَ ۽ هر پل هزارين لکين ۽ ڪروڙين صلواتون ۽ سلام ۽ آداب ان عربي ڄام تي جيڪو ٻنهي جهانن جو واسطو ۽ وسيلو آهي. ان ڪانپوءِ سندس آل ۽ صحابين تي، سندس گهروارين ۽ اوليائن سڳورن تي ۽ پڻ امتين تي هجن. شل رب رحمان جون رحمتون ۽ برڪتون سڀني ايمان وارن تي هجن ۽ شال ڪلمو پاڪ پڙهن.

لا اله الا الله محمد رسول الله

بسم الله الرحمن الرحيم

چوان حمد حڪيم کي سو سو لک هزار

پڻ صلوات سلام چوان ان احمد علم دار

ان آل اصحاب انجي ۽ پڻ اوليائي

جي سڀ هئا صاحب کي منجها مقربن

طالب جذه تائب تيو رمي پڇياءِ راه

وابتغوا اليه الوسيلة ڏه نوري کياءِ نگاه

مولي جي محبت جو پرتو و پيوس

عشق ادا س الله جي جين وجاگايوس

تسودامن دارا بين جي پتوتان نبوي

ري سخاوت شيخ جي ڏه حقيقت نهلي

وت طريقة هت کري هل حقيقت ڏي

پُوْرَا پُوْرُ وَهِيْڪَرُوْ اُوْ ڳَا عَبَثُ مُوْيَلُ

مَوْلِي ۾ مِيرُ مُحَمَّدُ مُوْڪَلِيُوْ ڪَارَنِ هِدَايَتَ

هَلُ هَلِنِي چَڻِ چَڻِ يِنِ تَهِمْجِي تَسُوْهِي سَعَادَتَ

تَا آ [illegible]

[illegible] فَرْمَايُوْ رَبَّ جل جلاله

ڏِنُوْ وَنُوْرُ سُوْلَجُوْ چَڻِ پُوْچَڻَا يُوْسِفِ

اَوْلِيَائِنِ ۾ اَللّٰهَ جِي جِي نُوْرِي نَقْشْبَنْدِي

سَارِيُنِ سُنَّتَ شَفِيْعَ جِيُءِ مُتَابِعَتَ مُحَمَّدِي

تِ ظَاهِرُ بَاطِنُ عَادَتَ عِبَادَتَ پَيْرَوِي پيغمبر جي

قَوْلُ فِعْلُ ڪِيَنِ پِيَنِ بَرڪَنِ تِ تَبِعَتَ

تَاتَ وَ ڏِنِي دُوْسِتِي دَوَا تِنِجِي مَحَبَّتَ سَيَشْفَا

مَرِيْضَ قُلُوْبَ جِنِجَاتِ پُوْرُوْ نَانِهِ بِجَاءِ

[illegible]

پَڙَ دُ وُسِتِيِ [illegible]

جِي اَدَاءُ اَدَبَ شَيخَ جَا ڪَنِ سَارِيُ سَجَايَا

نَائِبُ نَبِيَّا جَامَ جُوُ سَارِيُ شَيخُ سُجَانِ

قَائِمُ مَقَامَ ڪَرِيمَ جِي ڪَامِلُ مُڪَمَّلُ جَانِ

اِرُشَادِ اَحْمَدَ جَامَ جُوُ سَاڪِيهُوُ جَانِ آهِ

مَسْنَدُ نَشِيْنِ مُحَمَّدَ جِيُ پَسِيُ چِلِهِ جَوَاڪِنِيُ سَاُ

وَلِيُ ڪَامِلُ الوِلَايَتَ خَلِيفُوُ خُدَا سَنْدُوُ

اِمَامِ وَقْتَ هَادِيُ زَمَانِي جُوُ مُرْشِدُ مَهْدَارِ ڪِيُو

جُوُ رَمَ جهَانَ تهِنْ ڪُوُ وَلِيُ عَصَرَ جُوُ

غَنِيمَتَ جَانِ تهِنْ کِي سَارِي سُوُ پيشِ جِنْدُوُ

سَعَادَتَ رَضَا ام تهِنْجِي جَانِجَ جَانِ ڪِئُو

بَدْبَخْتِي بِيُ رَضَا مَنْدِ يَم سَارِي سَجَانجَا

چِڏِ حِرْصَ هَوَا سَنْدَ شَهْوَةُ پُرِ پِتِي پِيُو رَضَا

سُنِي ڪَنّ ڪِجاهُ

فَيضِ فائِدُونَہ ٿِيئِي جانجان ادبِ نہُوءِ

آدَبَ ۾ آهي الله ڏُونہ رَهِي ڪُونہ رَهِيُو

هِيُوُ هَڪَلِي هَنْدِ ڪَرِي سَبِ سَنْدِ جَذائِيسِ

ٻِيُو رِي ٻِئِي پاسِنءُ پاسِي ڪَرائِيسِ

جِنْ صُحْبَتِ شَيْخِ جِي ڏِسِ ڏُوهُ نَڪَهِمْ

اِذْنَ دارا اُسْتادَ جِي نفْلُ تانہ سَبُ

ذِڪْرُ فِڪْرُ سِ ۾ ئِيْ طاعتَ تَطُوّعاتِ

جِنْ جَ صُحْبَتِ شَيْخِ جِي تُونِي آنْدَرِ اِلتِفاتِ

دارا اِجازي اُسْتادَ جِي ذِڪْرُ تانگاءِ

رِيْ مُوڪَلَ مُرْشِدَ جِي هِيُوْ ٻِي هَلاءِ

مَڪُوْ فَرْضِ وَاجِبُ سُنّتُ سانُ شَرائِطِ

پرج سڀ

اُپين ماڪِ م اُپين ٿي وهن ماڪ موڙيه

مَٿي مُصلي پيرن جي پاندي پيرُ مَٿي

پاڇيون م وجهه پيرن اُتي ءِ اُتي پاڇيي پيرن

ڪپڙن اُتي قطب جي سا پوڻ ڪر مسڪين

وُضو ۾ ماڪِ پيرن جي وُضو ڪيم ڪريج

آدب آند ٿيو اُستاد جو آندر رُوح رکيج

سانِ پليءِ پاس پيرن جي سالڪ ڪر مڪار

پاندي اکيا پيرن جي پاڻي آن مڪار

پاڻي آن نگائجي اکيا اُستاد ن

ذرُق ذاڪِر ڪه سانِ سالڪ ڪجه مسڪين

جاڏي پيرُ پائي دِرِ گاه رج م پير

تُڪ تُڪار جم تيڏ هِم جاڏي سند وشير

ڪَمِ ڪَيُ جَنهن جِي پِيرَ جِي تُوهِري تَوَ ڪَنِي
صَمْمِي ڄاڻج صَوابُ سُوْ تُو نِي تُو نُو نِي
خَاصِ خَلِيفُو حَقَ جُو سَالِڪَ شيخُ سَنَدُ وَ
اِذْنَ رِيْ اللهَ جِي ڪَرِيْ ڪَمّ نَڪُو
رَاڀِمِ رَهْبَرَ جِي جُو تِئِي ڪَا خَطَا
تَنِ اَجْرَ بِمَا اِجْتِهَادَ جُو اَجِرْ تِلِيسْ عَطَا
جِنْ صَوابَ وِيسَ ٿهڪي سِيْنِ بِنِي صَوابا
پُو بُتِي لَڪُو پِيرَ جِي هميشه هُو ۽ جِي
نَنْبِ ي ۽ وَذِي ڪَرِيْ اُتِي ۽ وِيسِي
تُورِي لِيَنُ ڪِ پِيَنُ ۾ ڪِ بِڪَنُ ۽ اوڇِين
ڪِ جَنهن فِرَن ڪَالَا ئَمَ ڪِ سُمهَن ۾ ڄاڪَن
نُو نِي پِرِي نمازَ ڪُو ڪِ ڪَرِيْ ڪَا طَاعَت
ڪِ عَمَلُ مُسْتَلِي فِقْهَ جِي ڪِ ڪَا عِبَادَت

تسبِ ...

شَڪِ ڪَرڻَ جَ مُشبهو پُوڙا ڪَهِمْ پيٽِ

ڪَشْفَ ڪَرامتُ پيرَنَ ڳا ڪَنْهِمْ ڪِنمِ ڳوعْ

ءِ بُنْ مُعجِزا طلبَ ڪافرَ اسْنَ يارا بادِ ڪنج

بُنْ جيْ پعيْ پيرَ ڏيْ مَنجِ خاطِرِ خطرو ڪو

ڪِ آجي شبهو سِينيم وِهيْ ڪِ دِلِ اُندَرِ دوڪو

تساعتَ مسَجِ هيڪري اُتيْ عرضِ ڪنج

جونْ لِتيءُ دَوْڪو دِلماتَ صحيْ شڪر ڪنج

جونَ لِتيءُ شبهو تَ تِيْجَ باندِيْ پشيمانِ

ڪهيْ تصور باهجو پيرَ ڪيْ باڪِ سچابِ

ءِ جوْ ڏِس ڪوْ واقعوْ سِتيءِ ڪِ جاڳيْ

تَ عرْضِ ڳيا پيرَ جيْ سوْ ورْ سپِ ڪري

وِڃابِ تهْ واقعوْ مرْشِدَ ڳا مَتليْ

جيڪي پَڙُ وَرهي ياپِ سُو سَڀِ عَرْضِ ڪَري
خَطا صَوابُ پَڙُ وَرَ باهِجي جُو پيرا پُورهي
مَتِي مَڪَشُوفَ باهِجي پُورُ وَيرَ مَڪَري
رِيءَ ضَرُورَتَ پيرَ گا تيسي تام پَري
دارا اِذْنَ اُسْتادَ جي ڪا ذَرَہُ ڪيم وَنجي
ڏُنُ بِي جُو پيرَ اُتي ذَرُو تانجُ ڳاءِ
تُو ني ماءِ ڪِ پِئُ سُوڪِ آخُو دِءِ عُلَماَ
بُنُ آوازِ ما ٻاهري بانجُو اڪيا اُستارا
وَڏِي سَنڌِ وَ سِيلي اڪيا ڪَري مَگالا
نَنجا
جيڪُو جَلي فَيضِ فائِدَ وُ ظاهِرَ ڪِ باطِن
تَہ بِني لڳي پيرَ جي سُو ساري تو سَمجُ ۱
تُو ني ڪَهم قبرتان ڪِ ڪَنا مَشاغِلِ
تَنِ جانجَ ما ٻاهجي پيرَ گا جَنله ذاڪرِ گوئي ظَنِ

فَيْضُ ڀَڄِي پِيُو ٿُو تِنْهِن سَان شَيْخ پِيَارِ

كَارِنْ آزِمُوْدِي اَدَبَ جِي اَچِي ظَاهِرُ ٿِيئِي

سُوْهَانِيُوْ ڀَڄْڻِي پِيَنِ گَا وَرَنَهُ وِيْوَ وَنْجَ

ڏَارَا پِيَنِ ڀَڄْڻِي پِيءُ ڏَهُ ڪِيْنَ ڏِسِيْجَ

شَيْخُ صَاحِبُ صُوْرَتَ جُوْ پُوْرَاضِيْ تَا ٿِيئِي

جُوْ جَانِيْ ڀَڄْڻِي پِيَنِ گَا ڪَنَا ڪِيْنَ پِٽِي

حَاصِلُ هِنَ ڪِتَابَ جُوْ سُنِيْ ڪَنَ ڪِجُوْسِ

[illegible] بَرِيْ بَنَ وَرِيُوْسِ

اَدَبُ رَبِيْ اَللهَ جِي ڪَڏَهِمْ ڪُوْنَ رَسِي

بَانْدِيْ آدِيْبُ بَانَلِي مَرْ بِيْ اَدَبُ بَسِي

جُوْ مُرِيْدُ مُرْشِدَ جُوْ اَدَبُ ڪُوْنَ ٿِيُوْ

اُوْ سِيُوْيْ ۾ سَعْيَ سَانِ سُوْهِيْ تَانُوْ سُوْ

تَبِنْ تَصُوْرُ ڪُوْتِهِي مَرَ رَکِيْ اَتِيْ بَانِ

مَنجهه مُقصّري ماکهم ٿي پاندي پشيمانِ
اِنَ وِسَرا اُميدَ ٿيِي تَمَوْ لُومَرهِي مانَ

بَخْشِي پُوْجَ پڇَائِيُ آجِي اَمِنِ اَمانُ
بَرَجُوْ اَدَبُ اَدا نَکَريْ مَنجهِيْ مَنڊائِيْ کَيْنَ

تَبَرْڪَتَ ڪا ٻَهُرُو نَلهي بَدُو سُوْبِيْ دِيُوْ
اَدَبَ رِهِيْ اِسْلامَ ۾ ذَانهُ ڪانهُ وَاتَ نگاهه

اَبُوجَهْلُ آنْدُوْ ٿِيُوْ دَرِ يُوْڪَلهِ پُرِڪِيْنَ
پَسِيْ پَيغَمبَرُ پاڪَ کِيْ لُوُرُو ڪِيُو لَعِيْنَ

جِيَنُ مَرَنِ مُرِيْدَ جُوْ جَوَنِ حقَّ وَسِ پِيُوْ
فَنَاءُ ۽ بَقَاءُ تِهْڪِيْ فَرْمَائِيْنِ فَقِيْرَ

مَرَنُ فَنَاءُ نَفْسَ جُوْ نَسُوْنِ ڪَرَنِ رُوْحُ
جِنْ وَنْعَيِنِ اَخلاقَ اَگِيا سِتَمَ سَپِ سُتُوهُ

جِيَنُ جُوْنِ بَقَاءَ کِيْ سَانِ بَاقِيْ بَقَادَارَ

سان مرن مومن طلب ڏي هو تات
ته تن جه توڙ ڏاهه ڪري جو هي سڀ جهات
طالب جيڪي مراد هون جيڪي مريد
مراد مطلوب مولي سندا خاوند خاص ڪيا
هلن هيڪ هدايت جي هو جي هادي هلايا
خاصا خلوت گاهه جا اڳي درِ الاه
ادب سيکاريندڙ انهو آهي هيڪ الله جل جلاله
توري پيدا روڪو پيو وني ڪن طلب طريقت
تين قادر ڪفيل تن تيئي ڪرين هادي هدايت
خاوند خاص خصوصيت سان ڏين خاصي خصوصيت
جو خطا ٻوءِ تن خاصن گا ته ڪرين خالق خبردار
توبه تنکي تات ڏي بخشي بدي بوج بچار
مولوم رشد تنکي ڏسي ڏي ڏاتار

مُرِيدُ سُو مِحنت ڪَري جِي پاڻَ ڏي پَنڌِ
پِني پُورِ هُو پِير اَگِيا هَلي هِدايت هَنڌِ
مُرشِدُ مُرادَ پَلو ڪَنو مُرِيدُ تِهَا نِسُوءِ
مَولي ڏانهن مُرِيدَ کا پُڻ حاصِل هِدايت هوءِ
هُو رُو پَرِ پَري طَلِبُ مَن اِلَيهِ …
مُرِيدَنِ جا ٻه قِسم جُونِ اَگي جا اُڏا
مَجذُوبُ سالِڪَ هيڪڙا سالِڪ مَجذُوبُ ٻيا
مَجذُوبِ سالِڪُ مُؤمِنُ سُو جو اَگيو رُ الله جل جلاله
سارِيو سُورَ شَو جي آنيو عِشق مُلو
اُداسِ اُو سِيرُو اَنڌَ رَجي احمد ڏُونهه اَندو رس
مِنجِي وَسِيلو وَحِيدَ ڏُونهه مُحمد مِير مِنجِيُوس
خاصُو جاني خُدا جو پيغمبر پُرُورِ پُوس

